# هجوم درد جو

نهايت محبت مان،
پياري دوست —
صاحب خان "سورهه" ميراڻي

کي۔

## سرتاج جاگيراڻي

سرتاج جاگيراڻي

5-7-014.





ڪنول
پبليڪيشن
قنبر

BOOK NO: (120)

**hujoom dard jo**

(Poetry)

Sartaj Jagirani

FIRST EDITION 2013



Publication Kamber

• هجوم درد جو

(شاعري)

• سرتاج جاگيراڻي

ڇاپو پهريون: آڪٽومبر 2013ع

ٽائيٽل@

ڪمپوزنگ: ڪنول گروپ

ڪنول

پبليڪيشن قنبر

ملهه: 200 رپيا

ڪتابن ملڻ جا هنڌ:

- پڃائي ڪتاب گهر، حيدرآباد. سنڌيڪا ڪتاب گهر، حيدرآباد
- فڪشن هائوس، حيدرآباد، - ڪنگ پن بڪ هائوس پريس ڪلب، حيدرآباد
- ڪامريڊ بڪ اسٽال، ڄامشورو - رابيل ڪتاب گهر، لاڙڪاڻو
- مهراڻ ڪتاب گهر، لاڙڪاڻو- وسيم ڪتاب گهر، شڪارپور
- سنڌيڪا ڪتاب گهر، سکر- تهذيب بڪ اسٽور، خيرپورميرس
- ٿر ڪتاب گهر، مٺي، گل ڪتاب گهر، شڪارپور
- ڪنول ڪتاب گهر، ابراهيم شاهه محلو، قنبر

# ارپنا

**محترم جاويد سونهارو جسڪاڻي**
ssp — نواب شاهه

**سائين سيد پير محمد شاهه**
سابق ssp — لاڙڪاڻو

**محترم ڊاڪٽر اشفاق حسين ميمڻ**
(ڊي – جي، هيلٿ سنڌ)
جن جي اندر ۾ اُها ڌڙڪندڙ دل آهي، جيڪا درد محسوس ڪري سگهي ٿي.

۽ وڏي ڀاءُ

**ڊاڪٽر محمد اقبال جاگيراڻي**
کي جيڪو، منهنجين لاپرواهين تي سدائين پريشان رهندو آهي.

# سٽاءُ

اداري پاران: رات هوائن پٽي چيو

مهاڳ: جيئڻ بہ جهاد آهي

پنهنجي پاران:

سعيد سومرو

ع.غ. تبسم

سرتاج جاگيراڻي



## غزل

- سعيد ميمڻ



## وايون

- اخلاق انصاري



## نظم

- مخدوم بلاول
- بقاالله بوزدار



## پنجڪڙا

- مختيار جاگيراڻي

**سرتاج جاگيراڻي** - اسان جي شاعراڻي سينيئر ٿهيءَ جو اهم حصو رهيو آهي. سندس پهريون ڪتاب **’سپني ۾ سنسار‘** (2002ع) **ڪنول** پبليڪيشن جي شروعاتي پنڌ ۾ هم قدم بڻجي ميجتا ماڻيل هڪ ڀرپور تخليقي ڪتاب رهيو. **ان** ڪان پوءِ سندس ٻيو شعري مجموعو **اکين جي شهر ۾** (2010ع) ۾ شايع ٿيو. **’هجوم درد جو‘** - انهن ٻنهي ڪتابن جو ميلاپ ۽ سرتاج جاگيراڻي جي نئين سرجڻهارڪيءَ جو سپنڌ، سندس ’ڪُل- ذات‘ چئجي ته ڪو شڪ ناهي.

سرتاج جاگيراڻي - شخصي معنا: جيءَ سان جيئري جهميلو. ۽ اهو جهميلو ئي ’مُئن تي ميلو‘ ڪٽي ايندو آهي. اندر ۽ ٻاهر جو نمايان تفاوت. ظالم ۽ مظلوم جي ڇهرن جي ڇڪيءَ ۾ ڦيسجندڙ روح جي رڙ — ’هجوم درد جو‘، نه رڳو سنڌي شاعريءَ جي جديد سفر جي نشانبر منزل آهي، بلڪ ايندڙ دور جي مصروف ٿهيءَ جي شعري سفر لاءِ پڻ مثاليه رنگ رکندڙ ڪينواس آهي.

سرتاج جاگيراڻي، ادبي آڳنڌ تي هڪ تسلسل سان، ڪڏهن ڍيمو ته ڪڏهن تيز، پنهنجون تخليقي وکون کڻندي اڳتي وڌي رهيو آهي. هن جي شاعريءَ ۾ اهي سڀ رنگ آهن، جن جي نئين ٿهيءَ مان اميد رکي سگهجي ٿي، سرتاج به پنهنجي همعصر سٿ وانگر مختصر غزل ۾ ڪيفيتن جي اهڙي ڪاڪ جوڙي ٿو، جيڪا گهٽي سوڙن ۽ راتين جو ساهه مٺ ۾ ڪري ڇڏي ٿي. هن جي غزل ۾ جذباتي جذبن جا جهجها جام رقصان آهن. هن پنهنجي واين ۾ جدت ڀرڻ سان گڏ نظم ۾ جديد تجربن کي اوليت ڏني آهي. سندس فڪري ۽ فني سچاٽپ سندس بي ساخته پڻو ۽ سادگيءَ سان سجايل، ڪنهن مظلوم دل مان اوچتي اڀري آيل سڏڪي جي منظرنگاري ڪندڙ تخيل جو رنگ آهي.


سعيد سومرو
ڪنول پبليڪيشن قنبر
Cell: 0333_7523132
Saeedsoomro4@yahoo. Com

مهاڳ:

# رات هوائن پئي ڇيو

هن وقت هن گهڙيءَ جڏهن سرتاج جاگيراڻيءَ جي شاعريءَ جو ڪتاب تخليقي سفر جا سڀ مرحلا طي ڪرڻ بعد ۽ پڻ ڇپائيءَ جي مڙني اوکائين کان پوءِ جڏهن توهان ۽ اسان جي هٿن ۾ مطالعي لاءِ موجود آهي ته منهنجي اندازي موجب ٺيڪ انهن ئي ساعتن ۾ دنيا جي مختلف زبانن جا مختلف موضوعن تي پڌرا ٿيل ڪتاب هزارن، لکن هٿن ۾ هيئنر به ڪچيل هوندا ۽ اهي علمي، ادبي، سائنسي، سماجي ۽ مذهبي موضوعن جا صفحا دنيا جي پاڇڪن جي رهنمائي ڪندا هوندا.

انساني شعور جي مسلسل ارتقا، لڳاتار اوسر ۽ ڪائناتي گوناگون موضوع، سوال، اسرار، ايجادون هن اسرارن ڀريل سنسار جي ابتدا ۽ انتها. ابتدا ته ڀلا ڪٿان ڪان؟ يا وري انتها ته ڪيستائين؟ مخلوق جي وجودن جو هئڻ، هئڻ جا سبب ۽ انهن جو ڪارج، ڪارج ته ڀلا قدرت جي هن تخليق جي مظهر ۾ ڪکن پنن، پکين، ماکوڙين، ڪولين، ڪوريئڙن، نوريئڙن کان پولن، ريڇن، شينهن، ڊائنوسارن، هاٿين، گهوڙن، خچرن، گڏهن، ڪتن، ٻلن، چاهن، انيڪ نانگن بلائن مطلب ته هزارها قسمن جي تخليق ڪيل وجودن جي اهميت ۽ ان بعد خود هڪ اشرف المخلوقات جي لقب سان نوازيل آدم جي اولاد جو اصل ڪم، فطرت جي طرف کان سونپيل ذميواري ۽ ذميواري نڀائڻ دوارن نيڪيءَ، بديءَ، لڳائي، چڳائيءَ جو تعين ڪرڻ، اُنهن ڪي سٺي ۽ بري جي مهر هڻڻ، منفي ۽ مثبت هئڻ جي سند ڏيڻ ۽ اُنهيءَ انساني چڱي يا مٺي ڪردار ڪي وقتي به وقتي تقاضائن موجب يا سماجي، تهذيبي، مذهبي، قدرت مروج ريتن رواجن جي آڌر توري تکي منطقي طور مطمئن ڪندڙ انساني عقل ڪي شانت اطمينان ڏيڻ جون ڪوششون يا ڪوششون ڪندي ڪندي حد لاحد جا ڳجهه پروڙيندي، اسرارن جا ڳوتا اُڪيلندي، انساني عقل ڪڏهن ته ٿڪجي هارائي surrender ڪري يا تخليقڪار جي رمزن ڪي تلاش ڪندي ڪندي پنهنجا دليل ۽ وچور ڏيئي ڪنهن به مافوق الفطرت جي وجود کان منڪر ٿي ويهي رهي.

اهڙن مونجهارن جي ڊارائن ۾ دنيا جي ڪا بہ جڙندڙ سوسائٽي ڪو بہ ارتقا پذير معاشرو ڪڏهن بہ سماجي، ثقافتي، تهذيبي، اخلاقي يا علمي ادبي طور تي عروج ماڻڻ يا عروج ڏي گامزن هئڻ جي ساڀيان نٿو ماڻي سگهي ۽ پوءِ ان اڙانگن سفرن ۾ قومن کي مثالي رهنمائن رهبرن جي اوس ضرورت پوي ٿي ۽ قومن جي اهڙن سڪرات جهڙن موڙن تي ان قوم جي هر مثبت ڪردار کي پنهنجي پنهنجي فرض نڀائڻ جي سڄاڻپ ۽ سُڄيتائن سان سخت ضرورت پوي ٿي.

دنيا جون سڀئي قومون پنهنجي تهذيبي ثقافتي علمي، ادبي ۽ خاص ڪري ٻوليءَ جي بقا تي زنده رهنديون آهن ۽ ٻوليءَ جي بقا ۾ ان قوم جا ليکڪ، سخن ور، سيالڪ ، ڳائڪ، اديب ۽ شاعر اهم مُهرا يا مکيہ جُز رهن ٿا.

ورهاڱي کان پوءِ توڙي جو سنڌ ۾ وسندڙ سنڌي ٻوليءَ ۾ سواءِ ڪن چند مستند مورخن، محققن، عالمن، اديبن ۽ شاعرن جي باقي ڪي معتبر نالا ڳاڻاٽي ۾ نٿا اچن، جيترو ورهاڱي کان اڳ اسين ڀيٽائي رکي، جي زماني کان وٺي ويندي 1947 ع تائين سنڌي ٻوليءَ کي آسودگيءَ ارپيندڙن ۽ ان جي آبياري ڪندڙن سنڌي هندو توڙي سنڌي مسلم تخليقڪارن، ترجمي نگارن، لسانيات، تاريخ، جاگرافي دانن، ڊرامہ نويسن يا ٻوليءَ کي هڙني رُخن کان اُجرو رکندڙن جي هڪ ڊگهي ۽ فخر ڪرڻ جي قابل فهرست رهي آهي ۽ ان کي اڳتي وڌائيندي آءُ سنڌي کي ڀيٽائي سرڪار جو ناياب رسالو ارپيندڙ ارنيسٽ ٽرمپ ۽ ٻوليءَ جون ناياب لغتون مرتب ڪندڙ يا ٻوليءَ کي دفترن ۾ مروج فروغ ڏيندڙ جهڙوڪ W.H Wathan ڪيپٽن جارج اسٽيڪ Capt: George stake ۽ سر بارٽل فريئر ۽ ٻين ڪيترن غير سنڌين ۽ غير مسلمانن کان وٺي ويندي سائڻ اينمري شمل، مدر ايلسا ۽ ڪيترن اڻ ڳڻين مختصراً جهڙوڪ: موهن لال جوتسنگهہ شهاڻي، ڀيرومل مهرچند آڏواڻي، سچڻ سنگهہ، فتح سنگهہ، ايم ايل خوبچنداڻي، سنڌي قلمي لغت ارپيندڙ لالا هاسا نند، سمج رام ۽ ڪيترائي اڻ ڳڻيا ورهاڱي کان اڳ جا سنڌيءَ ٻوليءَ جي بنيادي واڌ ويجهہ ۽ ترويج ۾ بنيادي ڪردار ادا ڪندڙن جا احسان مڃيندي آئون ورهاڱي کان بعد جي ايتري ڊگهي ٻوليءَ جي ناماچاريءَ ۾ پاڳي پائيواريءَ جو تفصيل ۽ عملي جدوجهد جي فهرست جوڙيندي بہ نٿو جوڙي سگهان.

اها اهڙي زواليت نہ صرف سنڌي علم ادب پر برصغير جي رائج ڪيترين ئي زبانن سميت اردوءِ زبان جي علمي ادبي تدريسي حال جي بہ ٿي آهي. نہ هاڻي انيس، دبير، مرزا، سودا ۽ حاليءَ جهڙيون ڪو رُباعيون يا مثنويون لکندڙ رهيو آهي، نہ منجهس ڪو ابن انشا، امير مينائي، مير تقي مير، نہ ڪو شيخ ابراهيم ذوق جهڙا شعري جوهر ڏيکاريندڙ ڪو اعليٰ سخن پرور نہ ڪو فيض نہ فراز ۽ نہ ئي وري سيد سلمان ندوي ۽ مولانا شبليءَ جهڙا اردوءِ جا اعليٰ فيلسوف، مورخ، شاعر، عربيءَ، فارسيءَ جا ڄاڻو ڪي بہ معروف نالا ڪي جريده هستيون ، سواءِ ڪن ٻن چئن جي باقي ناهن رهيون. شايد سڀ جو سڀ موجوده دور جي مادي پرستيءَ ، نام نهاد مرتبن يا پئسن جي ڊوڙ ۾ جنبجي ويا آهن يا اُن هوس زنده روش مان ڪافي حد تائين متاثر ٿيا آهن جو زوال پذيريءَ جو ماحول هر طرف ساڳيو ئي جُڙي رهيو آهي. اسان وٽان بہ علامہ آءِ آءِ قاضي، شمس العلماءِ مرزا قليچ بيگ، علامہ دائود پوٽي، حسن علي آفندي، غلام مصطفيٰ قاسمي، مخدوم هاشم ٺٽوي، مولائي شيدائي، مير عبدالحسين سانگي، حيدر بخش جتوئيءَ، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، شيخ اياز، استاد بخاري، تنوير عباسيءَ، ابن حيات پنهور، علامہ علي خان ابڙو، جمال ابڙي ۽ شمشير الحيدريءَ جهڙا جو اڪابر راه رباني وٺي راهي ٿيا آهن تہ پويان ڄڻ پوياڙيءَ جا پاڇا رهجي ويا هجن.

هاڻي دهليءَ، لکنوءَ، ڪلڪتي، حيدرآباد، سکر ، ڪراچيءَ ۽ ٺٽيءَ تائين علم ادب جي روشن مينارن بجاءِ معاشرن کي اونداهين ڏانهن ڌڪيندڙ زونگ (Zong) يو ( u) وارد (Warid) ۽ ٻين ڪيترين ئي فونن جا ڏگها سيٽلائيٽ ٽاور بيٺل آهن، جن جي (packages) مان نئون نسل ڪن علمي ادبي يا اعليٰ قدرن، بهتر ۽ مهذب معاشري اڏڻ جي سبقن پرائڻ بجاءِ جنهن بگاڙ طرف ڌوڪيندو پيو وڃي، اُها سڀنن کي پليءَ پٽ ڄاڻ آهي. علم ادب ۽ مهذب معاشري جي ترويج بجاءِ گناهن ، اونداهين بي علمين جي غارن ڏانهن ڌڪبا پيا وڃئون ۽ اهڙين بي راهہ روين جي مسافرين ۾ انفرادي آدم تہ نهيو پر اجتماعي ادارا پڻ پيش اماميون ڪري رهيا آهن، تڏهن تہ ٽڪن تي وڪرو ٿيندڙ شاعري ۽ شاهہ سائين جي گنج جي ڀيهر ڇپائيءَ بدران يا معياري ۽ معماري نصابن جي بجاءِ خود ٻولين جي ترقين جا نگهبان قومي تهذيبي ، تدريسي، افزائش لاءِ

جُزيل ادارا جيڪو گهڻي ڀاڱين هيٺئر اشاعتن ۾ غير نصاب بازيءَ جو ڪم ڪري رهيا آهن، سو بنهه غير ذميوار ۽ اڻ مطمئن ڪندڙ آهي ۽ اهو ٻوليءَ جي نگهبانيءَ، مضبوطيءَ ۽ پختائپ بجاءِ ٻوليءَ کي هٿان وڃائڻ ۽ پنهنجي عظيم ثقافتي ورثن کي ڇيهو رسائيندڙ ۽ ڪاپاري نقصان جهڙو هاڃو آڻي سگهن ٿا. اسان جي موجوده غفلت ۽ لاپرواهي شايد ايندڙ نسلن کي اها صدين کان سانڍيل امانت صحيح طور تي نه پهچائي سگهي، جيڪا ڇڙواڳ ڇينلون، جن جي ڪڏهن دل کولي آجيان ڪئي هئي سين، سي نه ٻوليءَ نه ماضيءَ جي عظيم الشان قدرن ۽ نه تهذيبي ورثن جي صحيح ترجمانيون ڪري رهيون آهن، بنا احتساب جي پنهنجي تهذيبي بچاءِ بدران ٻورين بي ايمانين سان پنهنجا پيٽ ڀري رهيون آهن.

ان اهڙي زلزلي جي دورانئي ۽ زوال پذير گهڙين ۾ وقت جي شاعر ۽ ليکڪ تي وڏي ذميواري عائد ٿئي ٿي. شاعر هجڻ ۽ شاعر ٿيڻ ۾ زمين ۽ آسمان جيڏو فاصلو پڻ آهي. وچ تي وڏو پولار آهي، جنهن جي آر کان پار تائينءَ جا ڳجهه ڳولڻ،مشاهدا ماڻڻ، پرهه ڦٽين، آڏين مانجهين جي محلن جون لذتون ۽ چيٽ جي چانڊوڪين وارن ڪيفن کان سواءِ ڌرتيءَ جي دردن ۽ پڪارن جا سڏ سٽي پڙاڏا ورنائڻ به شاعر هُئڻ واريءَ هستيءَ جو ڪم آهي ۽ هن ڪتاب "هجوم درد جو" واري خالق به ان گوناگون لذتن، لمحن جي ڪيفيتن حيات ۽ پنهنجي عاشقيءَ وارن وصل ۽ وڇوڙن جي شادمانين ۽ پوڳنائن دوران چاهت جون مزيدار چسڪيون پرينديءَ هجومن ۾ تنهائي ۽ تنهائيءَ ۾ جن هجومن کي جيئڻ محسوس ڪيو آهي، وقت به وقت تيئين جو تيئين ڪاڳرن تي لاهيندو ويو آهي. سندس شاعريءَ کي گهرائيءَ سان پڙهندي هن جي هيل تائينءَ واري عمر جون جملي پيڙائون ۽ پذيرائون آسانيءَ سان محسوس ڪري سگهجن ٿيون. ان ۾ سندس شاعريءَ جي اسلوب، لفظن جي جڙاءِ ۽ بياني جي فن کي ڪنهن حد تائين ساراهي سگهجي ٿو.

سرتاج جي شاعراڻي سفر جو آئون ڊگهي عرصي کان ساکي رهيو آهيان. گهڻو عرصو اڳ جڏهن ڪراچيءَ جي سُرهين سانجهين جا سج رمپا پلازا جي آخري ماڙ تان رمندي ۽ اُلهندي هئا نه ويندي ڪيترين ئي چٽين چانڊوڪين يا پورنماسين جي اُڀرندڙ دلڪشين جا حسين پاڇا به ويهي گڏ ڏٺا

هونداسين ۾ ائين سنڌي ادبي سنگت شاخ ڪراچيءَ جي هفتيوار گڏجاڻين بهاني سرتاج جاگيراڻيءَ، نثار شاهين، مخدوم بلاول، بدر شاهه، اظهر ﭘاﻧﮍ، رمضان نول، رزاق سهتي ۾ نئين ٿهيءَ جي هڪ وڏي ڪيپ سان ڪڏهن ڪڏهن وچي سندن ڪوتائون ۾ ڪماڻيون شيئر ڪندو هوس، تڏهن ڪراچيءَ جو ڪوئي پل بہ ريتو ڪونہ رهندو هو، تہ اُن سرتاج جي شاعريءَ جو مسلسل سفر جيڪو اسي ۾ نوي جي ڏهاڪن کان هيل تائين جاري آهي، توڙي جو هن جي ان وهيءَ وارين توانائيون هينئر جهونائپ ڏانهن مائل آهن تہ بہ هو پنهنجي جوان جذبن ۾ شاعراڻي سگهہ ۾ جڻ اجان تازو توانو پاسجي رهيو آهي. هو اجان ڪنهن پتڻ تان بيهي قومي قافلي ڪي پڪاري ٿو. پار پڇڻ لاءِ ور ور صدائون ڏئي ٿو تہ:

منهنجو گونجيو سوال، ’هلندو ڪو‘،
تنهنجو آيو جواب، تنهائي.

۾ پنهنجي سڏن جي خالي پڙاڏن ڪي ورندي ھڏي پنهنجي مُنهن سان مايوس هيئين پڪي ٿو:

ماڻهن شايد سانت جي چادر پنهنجي بدن تي اوڍي آهي.

(س.ج)

اهڙين نااميدين جي اجتماعي ڪيفيتن ڪي پوڳي، هو بظاهر شاعر بنجي قومي درد جي تڙپ ڪي پاڻ مٿان حاوي ڪندي انفرادي طور اجتماعيت جو احساس هيئين اُپٽاري ٿو:

پاڻ شهر جي رستن اندر گم ٿي ويا آهيون،
پاڻ نہ آهيون، پنهنجا پاڇا توکي ڳولن ٿا.

(س.ج)

شاعريءَ جون نفاستون يا منجهس سمايل تهہ در تهہ حسناڪيون، شاعراڻو هنر ئي انهن شاعراڻين رمزن ڪي پاڻڪن جي جي اندر ۾ لاهي لطيف ۾ اڻ لکين ڪتڪتائين سان ڪتڪائي ٿو. تصوراتي اڻ ڏٺين وادين جا سير ڪرائي ٿو. شاعر جي ڏک تي ڏکجي پوڻ ان جي وصل وارن لمحن تي ڇُلي ڇيڄ ڪرڻ اهوئي شاعر جي ذات جو ڏانءُ ليڪجي ٿو.

انهيءَ ئي پيرائي ۾ سرتاج جي عمر ۾ شاعريءَ جو سفر جاري ۾ ساري آهي. هو پنهنجي دنياوي فرضن سان گڏ گڏ پنهنجي سرتيءَ ۾ ساٿيھ سان به پوريءَ ايمانداريءَ سان نيبھ ڪندو پيو اچي، پنهنجي ٻوليءَ ۾ پنهنجيءَ ڀونءِ جي حق ادائگي پڻ نهايت ذميواريءَ سان ڪندو پيو اچي. وقت ۾ مسلسل نباهہ ڪرڻ جي مشق ڪيس ضرور ميڄائون ڏيارينديي ۾ ڀڄڻو سرجڻهار ضرور پنهنجيون مرادون ماڻيندو. ڇو تہ هو هر وقت هر رويي ۾ پنهنجي جملي سياءِ ۾ پڻ نهايت مراد وند آهي. منهنجي دلي دعا آهي تہ هو ڪوتانگر جو البيلوءِ ارڏو ڪوي بڻجي پنهنجي امرتا جي منزل ڏانهن وکون کڻندو رهي ۾ سندس جوش جون جوالائون ائين ئي محبتن جون امين بڻجي ديس دروهين لاءِ آتش فشانين جا اُلاءِ ۾ اُماڙيون بڻجي پنهنجيءَ شاعريءَ سان ، پنهنجي سرتيءَ ۾ پنهنجي ذميواريءَ سان پنهنجي سنڌي سماج جو هڪ لاپائتو، اڏول، غير روايتي ۾ مثالي ڪردار بڻجي، پنهنجي ساٿيھ جي سينڌ ايئن ئي سنواريندو رهي.

سندس گيت، غزل، واين، پنجڪڙن ۾ نظمن جا ڪوڙ موضوع متوجھ ڪندڙ آهن. سندس شاعريءَ جي رواني ۾ بياني بہ سندس نج پنهنجي ۾ وقتائتي آهي جا مڪمل شاهدي ڏئي ٿي تہ هو وقت جو باخبر ۾ سماجي ڏارائن سان هم آهنگ شاعر آهي. آئون بحيثيت سندس همعصر شاعر جي هن لاءِ سدائين دعاگو رهندس تہ سندس سوچون ۾ قلم جي نوڪ اهڙين ئي ترجمان سٽن ڪي سرجيندي رهندي جنهن مان "درياھ توتي دانهن" جهڙي نظم جي اُپٽار بہ اُيرندي رهي ۾ "چوين ڪيئن ٿو تہ آزاد آهيون" جهڙا باغي احساس بہ منجهس هر هر جنم وٺندا رهن ۾ تہ ئي سندس نيڻن مان اُن نينهن ڪو ڪڏهن جهڙُ لهي، جنهن جي ڪارونڀار ۾ هن پيار، وفا ۾ الفت جي اقرارن جي شاعري پنهنجي ديس ڪي ارپي آهي.

ع.غ. تبسم
17 سيپٽمبر 2013ع
ڪراچي

# جيئڻ بہ جهاد آهي

پنهنجي ڳوٺ ميان شاهل محمد کان لاڙڪاڻو، لاڙڪاڻي کان ڪراچي ۽ واپس وري لاڙڪاڻي تائين - زندگيءَ جا ڪوڙ سارا لاها چاڙها ڏٺا آهن ۽ ان وچ ۾ موت کي ويجهي کان ڏٺو آهي. ائين چئجي تہ مري مري بچيا آهيون. پنهنجي ويجهي دوست، جيڪو پوليس ۾ مون سان گڏ نوڪري ڪندو هيو ۽ بهترين ڪماٽيڪار بہ هيو. عطا محمد مگسي ، جيڪو سڪرنڊ شهر جو رهواسي هيو، ان جو گولين سان پروڻ ٿيل لاش، (جيڪو مون کان اڄ تائين ناهي وسري سگهيو) ۽ ان جي ياد ايندي ئي، بي ساختہ ڳوڙها ڳڙي پوندا آهن. جام صادق جي وڏ وزارت جي دور ۾ هڪ دهشتگرد تنظيم جي هٿان ڪراچي ۾ يرغمال ٿيڻ کان پوءِ اٺ ڪلاڪ انهن جي ڪئمپ ۾ رهڻ کان پوءِ مان جنهن عذاب مان گذريو هوندم، ان جو اندازو يا بيان ڀن پنن تي ڪونہ ٿو ڪري سگهجي، ۽ پوءِ مون کي ڪراچي شهر عجيب شهر لڳو هيو، جتي جا ماڻهو ڏسڻ ۾ تہ ڏاڍا خوبصورت آهن مگر عيد جي ڏينهن مسجد جي ٻاهران پوليس کي بيهاري پوءِ عيد جي نماز پڙهندا آهن ۽ عيد جي ڏينهن ۾ مارڪيٽ جي اندر انساني جسم جا ٽڪرا پنج ماڙ بلڊنگ تان ملندا آهن ۽ پوءِ بہ ڪراچي کي روشنيءَ جو شهر سڏيو ويندو آهي.

هڪ گهر ۾ ٿيا هڪڙي ئي لمحي ۾ ڪيئي گهر،
ديوار ڪڙي ڪنهن جو ڪئي رات متيءَ جي.
(جاويد شبير)

درد ۽ تڪليف جو احساس ڪڏهن ڪڏهن ڪر موڙي اٿي پوندو آهي، جڏهن رشتن جي وچ ۾ نفرت جون ديوارون اڀي وڃن. ڪوڙ ويجها رشتا ڀري ٿي وڃن، جن کان بغير هڪ پل بہ نہ سري ۽ انهن کي ورهيہ گذري وڃن، خبر ناهي ائين ڇو ٿو ٿئي؟ ماڻهن کي ڇا ٿي ويو آهي؟ اهي محبوب جن کان بغير هڪ پل بہ نہ سري، اُهي سالن جا سال اکين کان اوجهل ٿي وڃن. رشتن جو تقدس نہ رهي، رشتا رشتا نہ رهن، ان معاشري ۾ جيئڻ بہ جهاد آهي. ۽ جيڪو اسان جهاد ڪري رهيا آهيون.

پوليس ڊپارٽمينٽ ۾ نوڪري ڪرڻ لکڻ/پڙهڻ ڏاڍو ڏکيو آهي پر اندر جو انسان خاموش رهڻ نہ ٿو ڏئي ۽ ڪجھ سٽون لکڻ جو موقعو ملي ٿو وڃي. هڪ دفعي ايس ايس پي صاحب وٽ، انڪوائري جي سلسلي ۾ پيش ٿيس، جتي ڪيس ريڊبر ٻڌايو تہ سائين سرتاج شاعر آهي، پڙهيو لکيو آهي. ان وقت مون کي ڏاڍي خوشي ٿي پر جڏهن ايس ايس پي صاحب جن فرمايو، اسان کي شاعر نہ کپن، اسان کي ماڻهو مارائڻا آهن، ٻار پڙهائڻا ناهن؛ تہ ان وقت مون کي ڏاڍي اذيت مان گذرڻو پيو ۽ ڪجھ وقت لاءِ پاڻ کان نفرت ٿيڻ لڳي.

اسان نوڪري ڪندي پنهنجي ويجهي دوستن کان مٽن مائٽن کان، عزيزن کان محبوبن کان پري ٿي ويا آهيون. ڪوڙ دوست ڪاوڙجي ويا آهن. ڪڏهن تہ گهرواري بہ ڪاوڙجي ويندي آهي تہ عيد جي ڏينهن بہ گهر ڪو نہ ٿا رهو، ڇا گهر جو رستو وسري ويو اٿوَ!؟

ڪجھ مهينا اڳ منهنجي ناني گذاري وئي. جيڪا مون کي ننڍپڻ ۾ هر روز صبوح جو مکڻ ڏئي چوندي هئي؛ 'ابو اڄ ڳئي هڻ' ۽ مان مکڻ جي ڳتي هٿندو هيس. ۽ مختيار (جاگيراڻي) ناني سان ڪاوڙجي پوندو هيو ڇو جو منهنجي ناني مختيار جي ڏاڏي هئي. چوندا آهن تہ ڏهٽا وڌيڪ پيارا هوندا آهن ۽ مان پنهنجي ناني کي وڌيڪ پيارو هوندو هيس ۽ هوءَ مون کي ڏاڍي خرچي ڏيندي هئي. مان ان جي تڏي تي هڪ رات بہ نہ رهي سگهيم، انڪري جو مان ان وقتSHO ٺٺون ديرو هيس ۽ ٺٺون ديرو ۾ اڪثر ايمرجنسي هوندي آهي.

جڏهن ڪراچي ۾ هوندا هئاسين تہ اتي مخدوم بلاول سان گلشن اقبال لڳ نيپا چورنگي جي هڪ پٺاڻ جي هوٽل تي چانھ پيئندا هئاسين. ۽ اتي ويٺي ويٺي شرارتون بہ ٿينديون هيون، مان مخدوم کي چوندو هيم تہ هوڏي ڏس، هُو شريف ماڻهو!

هو چوندو هيو، 'ادا! توهان جا تہ چپ ۽ اکيون بہ شرارتي آهن، ڪجھ عمر جو خيال ڪريو' ۽ پوءِ هلڪا هلڪا ٽهڪ - ائين زندگيءَ جو چرخو هلندو رهيو. اميدن ۽ نااميدن جي وچ تي ڪنهن جون يادون ننڊ ڪرڻ ڪو نہ ڏينديون آهن. هلڪا هلڪا ٽهڪ يادگيرين جي تهن مان ٻاهر نڪري ايندا آهن ۽ پوءِ بس - جئين ڪنهن شاعر چيو آهي؛

تم تو عزم والے ہو،

بلا کا ضبط رکھتی ہو
تمہیں کچھ بھی نہیں ہو گا
مگر دیکھو
جسے تم چھوڑ آئے ہو،
اُسے تو ٹھیک سے شاید
بچھڑنا بھی نہیں آتا۔

هن مجموعي ۾ ڪنهن ڪنهن سٽ ۾ وزن جي گهٽ وڌائي هوندي. مان چوندو آهيان تہ عشق جو وزن بحر نہ هوندو آهي. مون کي پڙهندڙ معاف ڪن، هي شاعري منهنجو عشق آهي.

ٿورا غفار 'تبسم'، سائين امداد حسيني، سائين اخلاق انصاري، ممتاز لوهار، مختيار جاگيراڻي، سعيد ميمڻ، بقا بوزدار، مخدوم بلاول ۽ ڀاءُ جاويد شبير جا، جن ڪتاب تي ڪجھ اکر لکيا.

پنهنجي پٽ فراز احمد جا بہ ٿورا، جيڪو منهنجي شاعري کي ڊائرن مان ڪڍي سنڀاليندو آهي. ننڍڙو ڀائٽيو منصف اقبال، جيڪو منهنجي شاعري انٽرنيٽ ذريعي پوري دنيا جي ماڻهن کي پڙهائيندو آهي. ۽ ٿورا پنهنجي ننڍي ڀاءُ امتياز جا، جنهن جو شاعري پڙهڻ ۽ داد ڏيڻ جو انداز ئي عجيب آهي.

ڀاءُ سعيد سومري جون ڪوڙ مهربانيون، جنهن هن ڪتاب کي سهڻو ڪري ڇپرايو.

حق موجود

**سرتاج جاگيراڻي**
لاڙڪاڻو
Cell:0300-3421160
0344-3875701



# غـــزل

80ع واري ڏهاڪي دوران جن نوجوانن سنڌي شاعريءَ جي ميدان ۾ پير پاتو ۽ تخليقي صلاحيتن جي حوالي سان سگهاري سڃاڻپ ڪرائي، سرتاج جاگيراڻي جو نالو به انهن سڄڻ شاعرن جي مُهڙين ڪيپ ۾ شامل آهي. سرتاج هي شاعري ۾ سادگي، نفاست ۽ حساسيت جو خوبصورت امتزاج ملي ٿو. هن جي شاعري جذباتي نعريبازيءَ واري شاعريءَ جي زمري کان ٻاهر آهي پر سندس سٽن ۾ سنڌ ۽ سنڌي قوم، مظلومن ۽ هيٺن جي حالت تي اهڙو ته درد ڀريو اظهار ملي ٿو جيڪو دل تي گهرو اثر ڇڏي ٿو. جيڪو شاعر جي ساڃاهه ۽ سرت سان ڀرپور آهي، جيڪو تخيل جي رنگن سان رنگيل آهي ۽ اهو من جي گهراين ۾ لهندو محسوس ٿئي ٿو.

پوليس کاتي جهڙي ڪنور دل کاتي ۾ رهندي به سرتاج اندر جي نازڪ احساس رکندڙ انسان کي زنده رکيو آهي. هن جي سيني ۾ ڌڙڪندڙ دل اندر 'ماڻهو' ۽ 'ماڻهپي' لاءِ سچا ۽ پيار ڀريا جذبا جاڳن ٿا.

سارون ۽ سپنا، سرتاج جي سٽن مان ليئا پائيندي ڏسجن ٿا. هن جي شاعري ۾ پيار، جي پيچرن ۾ رهجي ويل پريتءَ جي پيرن جي خوشبو محسوس ٿئي ٿي ۽ هن جي شاعريءَ ۾ محبوب جو انتظار ڪندڙ ناريءَ جي اکين جو اوسيئڙو ملي ٿو.

فني ۽ فڪري حوالي سان سرتاج جي شاعريءَ ۾ ڏاڍي پختگي نظر اچي ٿي. غزل، وائي، نظم مطلب ته جنهن به صنف کي هن جو قلم ڇُهي ٿو، ان ۾ جان اچي وڃي ٿي. وزن جي حوالي سان به ورلي ڪا ڪمي سندس سٽن ۾ محسوس ٿئي ٿي.

اسان جو هي سهڻو ۽ سادو شاعر حسين سارون ساڻ ڪٽي شاعريءَ جي خوشبوءِ سان ماحول کي مهڪائيندو اڳتي وڌندو هلي ٿو، سندس نيڻن ۾ سندر سپنا آهن. شل! سپنا محبت جو ماڳ ماڻين.

سعيد ميمڻ
عاقل - لاڙڪاڻو
سيپٽمبر 2001ع

پڳو پڳو، پڳو پڳو، پڳو هجوم درد جو،
اسان جي درميان هو رڳو هجوم درد جو!



چيوسين تنهنجو سات آ هلون ٿا منزلن طرف،
ڏٺوسين پوئتي جڏهن، هيو هجوم درد جو!

اُهائي ديد آ پرين! اُهو ئي دارُ آ اجان،
اوهان کي جو ڏنو هيو اهو خمار آ اجان.

پرين اندر جون موسمون پنن جيان ڇڻي ويون،
خزان خزان وجود آ، ڪٿي بهار آ اجان.

چريا! عمر جون سرحدون ڪٿي وڃي پڄيون مگر،
اها ئي آهي دلڪشي، اُهو نکار آ اجان.

اسان اوهان جي چؤطرف رڳو طواف ٿا ڪريون،
اوهان ئي آهيو زندگي، اوهان سان پيار آ اجان.



اسان جي اڳيان تو اڇي مسڪرايو،
لڳي ٿو تہ نگريءَ سڄي مسڪرايو.

الا! تيز اُس ۾ ڪڪر ڇائنجي ويا،
جڏهن وار کولي سکي مسڪرايو.

تڏهن موت کي پيءِ اچي مات ويندي،
جڏهن هٿ هٿن تي رکي مسڪرايو.

سڄو جسم سُن ٿي ويو آهيان،
نکي هت مُئا هون، نکي مسڪرايو.



هٿ هٿن تي رکي روئي پئي،
هوءَ مون سامهون ڏکي، روئي پئي.

درد هن جو ڪير ٿو ڄاڻي ڀلا!
ناچڻي جيڪا نچي، روئي پئي.

واءَ ۾ پيرا اچانڪ ويو لٽي،
خالي رستن کي ڏسي، روئي پئي.

حال پنهنجو هاڻ ڪهڙو ٿي ويو!
هورڙيان چپڙن ۾ چئي، روئي پئي.

هُو اچانڪ ڇو ڪري تنها ويو؟
حال اورينديءَ سگهي، روئي پئي.

وقت وارن کي ڪري چاندي ڇڏيو،
آئيني سامهون اچي، روئي پئي.



اسان توکي اکيون کولي ڏسي پيي ڪونہ سگھياسين،
اسان جو آن، اسان جو آن، چئي پيي ڪونہ سگھياسين.

چيو هو دل تہ نيڻن سان اماڻيان مان چميون توڏي،
اميدون هون چمڻ جون پر چمي پيي ڪونہ سگھياسين.

اسان هي گيت ۽ وايون غزل توکئہ لکيا آهن،
مگر تحفو ڪتابن جو ڏئي پيي ڪونہ سگھياسين.

هزارين گھاوَ سيني ۾ سمائي جِي رهيا هاسين،
مگر هي گھاءِ نيڻن جو سهي پيي ڪونہ سگھياسين.

اسان جو هي سڄو جيون انهيءَ پڏتر ۾ گذري ويو،
جِيئا پيي ڪونہ هون جانان! مري پيي ڪونہ سگھياسين.



**پڳو پڳو، پڳو پڳو، پڳو هجوم درد جو،**
اسان جي درميان هو رڳو هجوم درد جو!

پرين سڄي پنڌال ۾ توهان جا تمڪ ٿي هئا،
مگر اکين جي پوئتان لڳو هجوم درد جو!

خدا خدا، خدا خدا، خدا ٻه چا ڪندو ڀلا!
سنڀالي دل جي صيف ۾ رکو هجوم درد جو!

ڇيوسين تنهنجو ساٿ آ هلون ٿا منزلن طرف،
ڏٺوسين پوئتي جڏهن، هيو هجوم درد جو!

رڳو آ تنهنجي آرزو، رڳو آ تنهنجي جستجو،
ملي سگهئين نہ تون مگر مليو هجوم درد جو!



مون کي تہ نتا سمجھو،
کنھن کي تا پلا سمجھو!

ٻئي ڏانھن نھارن جي،
اکڙين جي خطا سمجھو.

جھوپن کي اڏائي جا،
سا تيز ھوا سمجھو.

وارن جي کُلڻ کي مون،
دردن جو دوا سمجھو.

جنھن پل تو نظر ڦيري،
سو پل ئي سزا سمجھو.

'سرتاج' قسم تنھنجو،
توکي تہ خدا سمجھو.



نيڻن جو درد، يار! تون سمجهي سگهيو نہ آن،
اي اکين جا ٺار! تون سمجهي سگهيو نہ آن!

تون آ تہ تنهنجي جسم جو اکڙيون طواف ڪن،
ڪيسين ڪو رهندو ڊار، تون سمجهي سگهيو نہ آن!

جوڀن سڄو هي تنهنجي نگاهن پٺيان ويو،
چاندي ٿيا هي وار، تون سمجهي سگهيو نہ آن!

هاڻي تہ تنها شهر ۾ گهمندو وتان پيو،
مون تي ڪلن ٿا ٻار، تون سمجهي سگهيو نہ آن!



او سڪي! او سڪي! او سڪي، رات جو،
ياد تنهنجي اٿاريو اڇي رات جو.

تنهنجو نالو لکي آنءَ چمندو رهيس،
آنءَ چمندو رهيس پو سڄي رات جو.

نيڻ پنهنجا ڪنڌيءَ تي ٽڪن ٿا پيا،
شال موتي اچي هو وري رات جو.

مان تہ ڪولي اڪيون صرف ڏسندو رهيس،
ڳالھ پوري اسان جي نہ ٿي رات جو.

آءَ 'سرتاج' تون پاڻ ويهي تہ رھ،
مون تہ ڪولي ڇڏي دل - دري رات جو.



تنهنجون يادون، سپنا، منهنجي ننڊ ڦٽائن ٿا،
تنهنجي گهر جا رستا، منهنجي ننڊ ڦٽائن ٿا.

هوريان هوريان تنهنجون يادون دور وڃن ٿينديون،
خالي گهر جا ڪمرا، منهنجي ننڊ ڦٽائن ٿا.

تنهنجا گيت، غزل ۽ وايون ڳولي پڙهندو هان،
گيت غزل هي تنهنجا، منهنجي ننڊ ڦٽائن ٿا.

چئني پاسي دانهون ڏرتي ريتي ريتي آ،
سهڻي سنڌ تي لاشا، منهنجي ننڊ ڦٽائن ٿا.

گهر سڄو سنسان آهي، ڇوڪرا!
تو بنا ڪجهه ٻي تہ ناهي، ڇوڪرا!

ننڊ نيڻن کي ڇڏي آهي وئي،
ڪيترو ٻوڙيو آ ڇاهي، ڇوڪرا!

هُو اچي، من اچي موٽي وري،
پاڻ کي ٿي روز ناهي، ڇوڪرا!

ڪو پتو مون کي پيو ناهي اچان،
تنهنجي نيڻن منجهہ ڇاهي، ڇوڪرا!

سنڌ ڌرتي اڄ بہ پيارا! تو منجهان،
آسرو لاٿو نہ آهي، ڇوڪرا!



هر خوشي تنهنجي حوالي ٿو ڪريان،
زندگي تنهنجي حوالي ٿو ڪريان.

تون سنڀالي رک ڀلي ٽوڙي ٻه ڇڏ،
دل ڇري تنهنجي حوالي ٿو ڪريان.

پاڻ لفظن ۾ تلاشي تون تہ ڏس،
شاعري تنهنجي حوالي ٿو ڪريان.

ڏينهن سارو تنهنجي سوچن ۾ ويو،
رات ٻي تنهنجي حوالي ٿو ڪريان.



چوطرف چانڊاڻ، تون ۽ مان پرين!
ساهہ جي سرهاڻ، تون ۽ مان پرين!

هي سمورو جڳ تہ جوڙيءَ ۾ رهيو،
دور هون ڇاڪاڻ، تون ۽ مان پرين!

پيار جي معنيٰ پتو ناهي اڃان،
پيار کان اڻڄاڻ، تون ۽ مان پرين!

سامهون توکي تو ڏسان ائين ٿو لڳي،
موج ۾ مهراڻ، تون ۽ مان پرين!

ڇو اکين آڏو بہ اوجهل ٿو رهين،
تنها تنها هاڻ، تون ۽ مان پرين!



مون کي منهنجو ساهه لڳين ٿي،
ساهه ته ڇا ويساهه لڳين ٿي.

تو مان سندرتا ٿي برسي،
توڙي ٻڪ ۾ پاهه لڳين ٿي.

تنهنجي آڏو نيڻ جهڪن ٿا،
سچ پچ تون الله لڳين ٿي.

هٿ لڳڻ سان سڙي پون ٿا،
آڏيءَ جو آڙاهه لڳين ٿي.

تون چنڊ به چنڊ نه آهي،
چانڊوڪيءَ جو چاهه لڳين ٿي.

توکي ڪنهنجي ڪاڻ نه آهي،
ڪيڏي بي پرواهه لڳين ٿي!



آئيني جي سامهون بيهي يار، مسافر سوچي ٿو،
ريل جي سيٽي ڪيئن ڪري وئي ڏار، مسافر سوچي ٿو.

هيڏي هوڏي جاڏي ڪاڏي وڪري ويو هان دوست،
پنهنجو جيون ٿي ويو آهي چار، مسافر سوچي ٿو.

آڏيءَ ڏاري ڪمري اندر ٻارن جا ٿو ٿهڪ تلاشي،
پنهنجا ڏور چڙهي آيو آ ٻار، مسافر سوچي ٿو.

هوءَ جا ٻانهون هار بنائي منهنجي ڳلي ۾ وجهندي هئي،
هاڻي ڪير ڳلي ۾ وجهندو هار، مسافر سوچي ٿو.

رانديڪن جي دور ۾ ڪيڏا ٻار ڪنيا هن جيون ۾ مون،
۽ هي جلد هليا ويا ڪارا وار، مسافر سوچي ٿو.



اکين سان پنهنجون اکيون مليون هن، حجاب تڙپي ڪري پيا هن،
اکين مان تنهنجي ڪريا نہ ڳوڙها، گلاب تڙپي ڪري پيا هن.

اسان توهان کي ڏنو تہ جانان، صدين جا ڳوڙها اکين ۾ آيا،
جهڪڻ کان اڳ ۾ جهري پياسين، ثواب تڙپي ڪري پيا هن.

اجان اسان جون هي درسگاهون، سڪائي ڳوڙها سگهيون نہ آهن،
شعور پُوري اکيون سمهي پيو، ڪتاب تڙپي ڪري پيا هن.

توهان تہ روشن شهر جا واسي، توهان نہ چاٽو اکين جي ٻولي،
اسان ازل کان سوال اُلجهيل، جواب تڙپي ڪري پيا هن.

اجان تہ شهرن جون هي گهٽيون ٻيي، ڳاڙها ڳوڙها پيون ٿيون ڳاڙين،
عذاب ايذا تہ هن مليا جو، عذاب تڙپي ڪري پيا هن.

وري اسان جي وجود مان ٻيي، ساز ڪوري ڪيڏي ويو ڪو،
وري تنبوري جي تار سڏڪي، رباب تڙپي ڪري پيا هن.



اجان ڏسن ٿيون اکيون هي راهون، اکين اکين ۾ حجاب آهي،
توهان لئہ پَلُ پَلُ سھانو ليڪن، اسان لئہ پل پل عذاب آهي.

اچو ٿا ٻاهر گھڙيءَ گھڙيءَ ۾ بدن توهان جو هوا چمي ٿي،
سڄي جهان لئہ ڪليل آ پردو، اسان جي خاطر نقاب آهي.

پرينءَ ڪي آڏو جڏهن ڏنوسين، اسان تہ پل ۾ جهڪي پياسين،
گناهہ سمجهو توهان ڀلي پر، اسان لئہ سجدو ثواب آهي.

اسان جا ڳوڙها سوال ڪن ٿا، اسان جون نظرون سوال ڪن ٿيون،
توهان جو گھوري ڏسڻ اسان ڏي، سوال آ يا جواب آهي.

اڙي زمانا اسان توهان جو، بگاڙيو آ پر بگاڙيو ڇاهي؟
توهان جي هٿ ۾ بندوق آهي، اسان جي هٿ ۾ ڪتاب آهي.



هوءِ مون ڏي آئي پئي وات تان وري وئي آ،
ڪيتري ڀِڪيلي هئي، ڏيھہ ڪان ڏري وئي آ.

آ ڀلي ڏسي وڃ تون پاڻُ پنھنجو ڪمري ۾،
ياد ڀي تنھنجي چري ڀاڪرين ڀري وئي آ.

هر گھڙي آ خوابن ۾، تو بنا عذابن ۾،
ڪنھن چيو توھان ڪي ھي، تو بنا سري وئي آ.

شام مونکي پئي چوي، ھن گھٽيءَ جي خاموشي،
تون ڇو بيٺو آن اجان، بند ٿي دري وئي آ.

ٿي ھوا ھر ھر چوي، ڪجھہ ھڏو اٿئي سرتاج،
اڄ بہ ھن حويليءَ ۾، ڇوڪري مري وئي آ.



هٿ ڪاڏيءَ تي رکي ويھي رهيو،
هو تہ در آڏو اچي ويھي رهيو.

ناهي پتو ڪاڏي مسافر پئي ويو،
ڪنھنجي ڇھري ڪي ڏسي ويھي رهيو.

تنھنجي نيڻن ۾ ترون ٿا هر گھڙي،
ڏنڊ ۾ جڻ ڪو پکي ويھي رهيو.

ٿڪ تنھنجا واءِ ۾ گونجن پيا،
ڪو پڙاڏو هو ٻڌي ويھي رهيو.

هن رستي تان ڪنئي اخبار هئي،
هڪ حسينا کي ڏسي ويھي رهيو.



نہ ڪي ڏس مليو ۽ نہ چارو مليو،
نہ ڪوئي ملڻ لئہ اشارو مليو.

ڪٽي نيڻ هلندي ڏٺم اڀ ڏي،
پريشان اُڀ تي ستارو مليو.

اڙي او جواني! تون ترسي تہ پئہ،
اسان کي ڪٿي آ ڪنارو مليو.

اسان رات غم سان گذاري ڪلي،
پرين! دردُ آهي سگهارو مليو.

توکي ويس ڳاڙهو ڏِکڻ پئہ گهريو،
مگر موت ۾ رنگ ڪارو مليو.



هي مري ويو نيٺ آ، هن کي ٻڌائجو،
۽ ها اسان جي قبر تي ڏيئا جلائجو.

ڪمرو اداس ٿيندو تازي، هوا بنا،
هر روز منهنجي ڪمري جا پردا هٽائجو.

مون کي پتو آ مون بنا ٿيندي اُداس هوءَ،
ڪجو نہ دير جلدي هن کي گهرائجو.

ٿيو نہ ميل پنهنجو، جيئري تہ ڇا ٿيو!
مئي پڄاڻان پيرڙا گهر ۾ گهمائجو.

منهنجا هي خط جڏهن پيو توکي اداس ڪن،
ڦاڙي سمورا خط هوا ۾ اڏائجو.



ڪو پڙاڏو بي وفا تائين پڳو،
پيارُ پنهنجو انتها تائين پڳو.

آءُ تنهنجي ’ماں‘ اڃان پوڄا ڪيان،
ماڻ تنهنجو ديوتا تائين پڳو.

ڏاڍ جي تون ڳالهه ڪهڙي ٿو پڇين،
سلسلو هي ڪربلا تائين پڳو.

هر طرف کان دَردُ ٿو ڊوڙيو اچي،
دردُ آهي چوڏسا تائين پڳو.

راهه پنهنجي راهه ۾ گم ٿي وئي،
ڪو ته آهي جو خدا تائين پڳو.



هر هڪ رستو تنهنجي گهر جو رستو سمجهيوسي،
تو بن تنها هاڻ جهري ٿو ڪمرو سمجهيوسي.

ڪارو برقعو پائي منهنجي سامهون بيٺي هئي،
پير عبادت لئه ڪجي ويا ڪعبو سمجهيوسي.

تنهنجي لفظن ساڻ اچن ٿا اڏندا ٽانڊا دوست،
تنهنجو ڪمرو ڪمرو ٿو ويو لهجو سمجهيوسي.

پتڪي پتڪي نيڻ اسان جا هاڻي پهتا هن،
پنهنجي نيڻن منجهه رلي ٿو پاڇو سمجهيوسي.

جنهن کي چاتي لائڻ خاطر پير وڌاياسي،
سوئي سات ڇڏي ويو جنهن کي پنهنجو سمجهيوسي.

هوريان اسان ڏي وڌي ٿي پئي،
ٿڏي هير وانگر لڳي ٿي پئي.

هوائون بہ جھومن نچن ٿيون پيون،
جڏهن وار کولي هلي ٿي پئي.

وري چنڊ اپ ۾ تو گم ٿي وڃي،
سکي جيئن سامھون اچي ٿي پئي.

اها جاءِ ئي ٿي امر ٿيو وڃي،
جتي پير پنھنجا رکي ٿي پئي.

اکين ۾ اسان کيئن گھوري ڏسون،
کٽي نيڻ هر هر ککي ٿي پئي.

اڙي لاڙڪاڻا! تون مرکين پيو،
پلي مرک تو ۾ رهي ٿي پئي.



اوچتو ڇا يار مان جاڳي پيو،
درد کو سينگار مان جاڳي پيو.

هُن اٿي اڌ رات جو وڻ پٽ ڪٽيا،
ڪو پڙاڏو ڏار مان جاڳي پيو.

تو جو ڪوليا وار خوشبو پي پڳي،
واس وار وار مان جاڳي پيو.

مون پئي سگريٽ پيتو رات جو،
ء غزل کو چار مان جاڳي پيو.

ٻاٽ مان ڪا لاٽ ٿي ٻرندي اچي،
ڪير ڪارونڀار مان جاڳي پيو؟



ساهہ موٽي سڪيءَ ۾ آيو آ،
هو بہ شايد گهٽيءَ ۾ آيو آ.

ٿڪ تنهنجي پٽي ۾ آيا هن،
دَردُ منهنجي پٽيءَ ۾ آيو آ.

ڪيڏيون گاريون ڏئي رهيو آهي،
هُو بہ شايد اسيءَ ۾ آيو آ.

مان تہ جيئري مري وُيو آهيان،
"موت" مون ڏي ڇٽيءَ ۾ آيو آ.

منهنجي پاسي ۾ هُو جلي ويو آ،
باهہِ ڪيڏي متيءَ ۾ آيو آ.



اسان لاءِ ڪڏهين اندر ڪان پڇو،
گهٽي، موڙ، راهن ۾ در ڪان پڇو.

ڪٿي ٿي رهي شاعريءَ جي پري،
*اسان رات روئي بدر ڪان پڇو.

الا مينهن ۾ جو جهري ٿو پوي،
اچو ها اچو ان ڇپر ڪان پڇو.

مٽيءَ جو پنوڙو ڏسي ڇا پلا!
اجان ڪنهنجو پيا ٿا قبر ڪان پڇو.

اسان سان ملي ڇا ٿي سوچي پلا!
ڇري تو ڪڏهن آ نظر ڪان پڇو.

ڇا سرتاج ڪي تو گهٽيءَ ۾ ڏٺو،
اسان شام جو هي سکر ڪان پڇو.

---

شاعر دوست ـ بدر شاهه

ڪير ٿاسي پيو، ڇار ڪنهنجو هيو؟
چنڊ پي ڏس پرين يار ڪنهنجو هيو؟

رات اُلجهيل پيو چاندني ڪان پڇي،
پير ڪنهنجا هيا، پار ڪنهنجو هيو؟

تو نہ سوچيو ڪڏهن رات جو اوچري!
ڪنهن ڳلي ۾ پيو هار ڪنهنجو هيو؟

دانهن ٿوڙي دري نيٽ آهي پڳي،
رات روئي پيو ٻار ڪنهنجو هيو؟

ڏيوڍيءَ مان ڏٺو هو ڇري ڇوڪري،
ياد آئي اسان کي وري ڇوڪري.

ڪونہ نڪري سگهي آهہ جيون منجهان،
ساهہ جي ڄڻ تہ آ ي ڌري ڇوڪري.

شهر تنهنجي اندر ساهہ پيو ٿو منجهي،
ڪول هيڪر اچي ڪا ڌري ڇوڪري.

هوءَ پاسي مان گذري ۽ ساڙي وئي،
الا ڄڻ تہ آهي جري ڇوڪري.

تنها تنها پيو روز رلندو رهي،
تنهنجو سرتاج ويندو مري ڇوڪري.

♥حاجي ساري تر جي مٽي،
پنهنجي پياري گهر جي مٽي.

پاڻي اندر ٻالڪ تڙڳي،
ڳولي تو پيو جر جي مٽي.

مون لئه پاڪ ۽ پوتر آهي،
ساجن تنهنجي تر جي مٽي.

ماڻهن جي هٿ ٻتر آيا،
رات چمي مون در جي مٽي.

•دانش! ڏوراپا ڏيندي آ،
تنهنجي يار قبر جي مٽي.

---

♥ حاجي، محمد ڪنهر
• دانش: منهنجو پٽ

خالي خالي شهر سمورو خالي هي رستو،
ڪير اسان جا ڳوڙها اگهندو ساجن توکان پو.

هلندي هلندي نيڻ ڪٽي مون پنتي واجهايو،
وقت ڪنيون تلوار اسان جي سامهون بيٺو هو.

ويٺي ويٺي ڪڪر جيئن هي برسي نيڻ پيا،
ويٺي ويٺي ڏور هليو ويو پنهنجو پاڇولو.

هي ڏس منهنجي وارن مان ٿي چاندي واجهائي،
ساٿ رهيو ئي ناهي پيارا هاڻي جوڀن جو.

مون سان منهنجي ڪمري اندر تنهنجون يادون هن،
ماڻهن ليکي ڪمري اندر تنها سڌڪان ٿو.



اکين سان کيون التجائون پرين،
مليون کو نہ مون کي وفائون پرين.

وري رات ويڙهي کي ريڙهي ويون،
گهليون نيٺ اهڙيون گهتائون پرين.

الا! شهر جانان کان پرتي ويون،
وري کونہ ايندون وفائون پرين.

اسان پيار کي پئي لڪايو مگر،
هلائي ويون هي هوائون پرين.

الائي تہ ڇا ڇا وساري ڇڏيو؟
الائي تہ ڇا ڇا ڇپائون پرين.

جڏهن رات کولي لفافو پڙهيو،
تہ ڳوڙها خطن ۾ مڪائون پرين.



اکين سان اچانک ڀکي آرسي،
چري تو ڇو آڏو رکي آرسي.

وري منهنجي تصوير آڏو رکي،
چپن سان چمي تو اچي آرسي.

ڪائي نيٺ ڀڙڪو اُڏامي ويو،
ڏٺي جو پٿر ۾ ڀکي آرسي.

سينگار سامهون وئي شرمائجي،
پسي سونهن اهڙي سکي آرسي.

ڇيائون تہ سرتاج ڀي ويو مري،
هٿن مان ڪري ڇو ڀڳي آرسي.

پيو ٿو ڳولي واريءَ مان،
پير ڪريا هن ٿاريءَ مان.

هُو تہ ڪراچي ڪان موٽيو،
چڙهو هو نڪتو آريءَ مان.

مون لئہ هڪ حسينا پئي،
ليٽا پاتا لاريءَ مان.

هلندي هلندي پير رُڪيا،
ڪير بيٺي آ ڇاريءَ مان.

ءِ هوءَ مونکي آڇي ٿي،
گل ڪٽي ڪي ڪاريءَ مان.



اڄ مون تنهنجو نالو لکيو آ،
ڪاغذ ۾ ئي ساھ پيو آ.

آءُ دريءَ مان واجهايان ٿو،
ٻاهر ڪيڏو مينهن وسيو آ.

تنهنجي وارن منجهه سجايان،
اڄ مون توڙي گل رکيو آ.

ڪيڏي خوشبو آھ هوا ۾،
نيٺ هوائن توکي چميو آ.

تون ڪيئن لهندين هُنَ کي هاڻي،
پاڻ کي تو ئي ڪونه لڌو آ.

وينئي وار اچا تي ويا هن،
آئيني ئي هاڻ چيو آ.



تنهنجو تا پڇن ماڻهو،
ڇا ڇا تا چون ماڻهو؟

نيڻن ۾ هنئي چغلي،
ڪيئن راز رکن ماڻهو.

هر ڏاڍ تي خاموشي،
جيئري هن دفن ماڻهو.

ديوار ۾ در سڏڪن،
ڇا ياد اچن ماڻهو.

اي رات تري وچ تون،
سج لاءِ سڪن ماڻهو.

ها وقت جي آويءَ ۾،
هر ويل پچن ماڻهو.

چاهت سکي مان واجهايو پئي،
بند دريءِ مان واجهايو پئي.

خط کي کولي جيئن ڏٺو مون،
هُن چٺيءِ مان واجهايو پئي.

ننڍڙي ٻالڪ اکڙيون کولي،
رات رديءِ مان واجهايو پئي.

ماٺمن مرکي هُن جي گهر ڏي،
شامَ گهٽيءِ مان واجهايو پئي.

سج لٿي کان پوءِ ڏٺم تو،
ميڻ بتيءِ مان واجهايو پئي.



يار جي پار ڏي هي اکيون ٽيون ڏسن،
تنهنجي سينگار ڏي هي اکيون ٽيون ڏسن.

تون نہ آئين اڃان، وار چانديءَ ٿيا،
هر اڇي وار ڏي، هي اکيون ٽيون ڏسن.

روز مون ڏي ڏسين، روز گهائي وڃين،
ڇو تکي ڌار ڏي، هي اکيون ٽيون ڏسن.

آءُ گڏجي هلون، امن جي هنجهہ ۾،
پيار ئي پيار ڏي، هي اکيون ٽيون ڏسن.

آءُ منصور ناهيان، تڏهن پڻ پرين،
هر گهڙي دار ڏي، هي اکيون ٽيون ڏسن.



رات ماٺهو ستا ها ننډ ۾، عذاب هوريان اُٿي رهيا هن،
خوشي تہ آئي هلي وئي پر، درد مون وٽ صدي رهيا هن.

اڃان اکين ۾ آس جا ڪي، ڏيئا جلن ٿا، ڏسي وڃو پل،
اڃان اميدون تياس تي هن، لفظ سارا جلي رهيا هن.

نيٺ آيا هو شام ڏاري گهوري گهوري ڏسن ٿا گهر ڏي،
الائي ڇا ڇا ڪنيون وڃن ٿا، الائي ڇا ڇا رکي رهيا هن.

اسان جي شعرن ۾ تون رهين ٿي، سونهن تنهنجي امر ٿي وئي آ،
اسان لکون ٿا هي شعر تو لئہ هٿ پنهنجا ڏکي رهيا هن.

ماڻهو پنهنجو پاڻ کي ئي پنهنجي اندر پيو تلاشي،
هر ڪو ٻوڙي ٿو پاڻ خاطر ساٿ ڪمڙا سکي رهيا هن.



شهر تنهنجي کان يار ھاڻي ھير ٿڌڙي اڄي رهي آ،
پاڻ تنها رهيا نہ آهيون سار تنهنجي سڪي رهي آ.

شام ڏاري گهر اگڻ ۾ ڪٽ تي ويهي پئي ٿي سوچي،
ڇڻ تہ سپنا صدين جا هوريان رئي پلو ۾ پڏي رهي آ.

مان تہ گهوري ڏسان ٿو هن کي ڇوڪري ڀي ڇري لڳي ٿي،
ويٺي ويٺي رني پئي ۽ ويٺي ويٺي کلي رهي آ.

اڄ بہ نيري اُڀ مان ڏس لڙڪ ڪيئي ٽمي رهيا هن،
گهلندي گهلندي هوا ڳلن تان پاڻ ڳوڙها اُگهي رهي آ.

اسان تي آخر ڪلون ٿا ڇا لڪ، اسان تہ آهيون فقير ماڻهو،
درد تنها ڪٺي هلون ٿا، سڪن ۾ تنهنجي پتي رهي آ.

وقت ڪان اڳ ڪٺي ويون "دانش" ڳوٺ جون هي هوائون توڪي،
ديوي آخر موت جي ڏس، ناچ ڪهڙو نچي رهي آ!



اُلجهي پيو هان چارو ڏيندين،
آگر ساڻ اشارو ڏيندين.

ڪُنن اندر قاتل آهيان،
تورو وقت! ڪنارو ڏيندين.

رات اچڻ جو چئي ويو آهي،
هڪڙو ٿڪ اڏارو ڏيندين.

پيرن سان چڙيو آ پيارا!
پاڻهُن ساڻ سهارو ڏيندين.

توکي لکندي سال ٿيا ڪي،
ڇا ڪو شعر سگهارو ڏيندين؟

شهر ٻہ کھڙو شهر تو ڀاسي،
جڳ کو سانت نگر تو ڀاسي.

کھڙي کھڙي ٽر تي سوچون،
جاڏي ڪاڏي ٽر تو ڀاسي.

تو بن ڪيڏا نير وھيا ھن،
نيڻن ۾ ڪو جر تو ڀاسي.

ريل ڪا ٻرجي آئي آھي،
ڏارين جو لشڪر تو ڀاسي.

تنھنجي رخ تي وار اچي ويا،
چنڊ تي جڳ تہ ڪکر تو ڀاسي.

ڪمري مان ڪي ٽمڪ اچن ٿا،
پيار ڀريو منظر تو ڀاسي.



هو تہ ڪنهن جي چاھہ ۾ گم ٿي ويو،
۽ انڌي ويساھہ ۾ گم ٿي ويو.

ان جو مون کي ڪو پتو ناهي پيو،
جو توهان جي راھہ ۾ گم ٿي ويو.

ڇا هيو ۽ ڇا منجهان ڇا ٿي ويو!
هو ڇريو ساراھہ ۾ گم ٿي ويو.

هوءِ ڪپڙن کي ڏسي روئي پئي،
لاش باقي واھہ ۾ گم ٿي ويو.

سال سارو انتظارن ۾ رهي،
سرتاج پوئين ماھہ ۾ گم ٿي ويو.

ع

توہن جا گهڙي گذري،
ڪيڏي نہ ڪڙي گذري.

چا لاء تو ورجائين،
جا رات جو ٿي گذري.

هوء ساهہ ۾ سانديل هئي،
هاڻي چو لڙي گذري؟

خوشبوء سان واسي وئي،
پاسي مان اچي گذري.

اڄ رات جو نيڻن مان،
برسات وسي گذري.

سڄو ڏينهن رستن تي رلندا رهيا،
مگر سڌ تنهنجي نہ در تي پيگا.

سدا مرڪ توکي مبارڪ هجي،
اسان کي تہ سڏڪا ئي سڏڪا مليا.

اسان جو چڏي لڙڪ پڻ ساٿ ويا،
لڳو لڙڪ پنهنجا بہ پنهنجا نہ ها.

سڄي رات توسان رهاڻيون ڪيون،
اڪيلو هيس، نيڻ جڏهن کليا.

پري چرڪ سرتاج ٻاهر ڏٺم،
هوا تي جڏهن تاڪ در جا کليا.



لڙڪ اندر ۾ پي ويا آهيون،
ڪنهنجو جيئڻ جي ويا آهيون.

پنهنجا سڀ احساس مري ويا،
شايد جهونا ٿي ويا آهيون.

هوٽل تي ويهي سوچون ٿا،
ڪاٿي پاڻ رکي ويا آهيون.

دروازي مان واجهائين پئي،
توکي ياد اچي ويا آهيون.

ڪهڙي هنڌ تي پاڻ هٽاسين،
ڪاٿي هاڻ پهچي ويا آهيون.

■

گڏ مون سان پيي هلي ٿي شاعري،
مان ڪلان ٿو ۽ ڪلي ٿي شاعري.

شاهہ جي بيتن جيان تون ٿي لڳين،
تنھنجي چھري مان ٻکي ٿي شاعري.

رات جو ٻاري ٻتي مان ٿو لکان،
مون ڏي خوابن ۾ اچي ٿي شاعري.

ھن جي نيڻن ۾ رھي ٿي ڪائنات،
ھوءَ فطرت جي لڳي ٿي شاعري.

مون کي ان ڪان وڌ ڀلا ڀيو ڇا کپي،
ھوءَ جو منھنجي پڙھي ٿي شاعري.



واري بہ تتي آهي،
مون راھہ وتي آهي.

هُت باھہ وسامي وئي،
هِت باھہ متي آهي.

سک يار سنڀالي رک،
دردن ۾ پتي آهي.

هي خون آهي ڪنھنجو،
هر راھہ رتي آهي.

وارن سان لڪائي ٿي،
چولي تي چتي آهي.

سرتاج تہ تنها آ،
چنڊ ساڻ ڪتي آهي.



هر گهڙي هُن ساڻ ئي تي گهارجي،
هو تہ وسريو ئي نہ آ ڪيئن سارجي.

اڪ ٻوٽ ۾ ئي وقت اڏندو تو وڃي،
ڪجهہ تہ هاڻي وقت ڪي ٻيهارجي.

آرسيءَ آڏو ٻچي تي پاڻ ڪان،
ڇا ٻلا هن ڪي ڪلي ڪيڪارجي.

وار پاسي ڪر تہ ڪا چانڊاڻ ٿئي.
گگهہ آهي ٿوري اوندهہ ٽارجي.

سينگار پيتيءَ ڪي تي اڇلي فرش تي،
سرتاج ناهي پاڻ ڇو سينگارجي.



وري در تي پهچو آهي اسان جو يار سيلاني.
اسان کي تو لڳي هاڻي سڄو سنسار سيلاني.

ٻڌي هي چير جو ڇمڪو ڪلن پيا شهر جا ماڻهو،
الا! مرڪي پيو تڏهين چريو فنڪار سيلاني.

اسان جون هي اکيون جانان رڳو تو ۾ ڪتل آهن،
اسان جي ديد آ تو ۾ ڪٽي آ پيار سيلاني.

اچانڪ اي مان ڳوڙها پرين ڪيئي ٽميا آهن،
مري ڦٽ پاٽ تي ويو آ وري ڪو ٻار سيلاني.

ڏٺئي پئي سونهن ڇوريءَ جي قيامت ئي قيامت هئي،
وري ويتر ڪري آئي چري سينگار سيلاني.



پاڻ کان بيزار ٿيندو ٿو وڃي.
زندگيءَ تي بار ٿيندو ٿو وڃي.

هو تہ پاڇي جي پٺيان ڊوڙي پيو،
جوان آهي پار ٿيندو ٿو وڃي.

پاڻ کي سک ئي ڇڏي ويا راهہ ۾،
درد هاڻي يار ٿيندو ٿو وڃي.

ڪلندي ڪلندي آ وري روئي پيو،
هو ناٽڪي ڪردار ٿيندو ٿو وڃي.

هن ڪلندي اڄ سهيلن کي چيو،
سرتاج پيي فنڪار ٿيندو ٿو وڃي.



چنڊ چانڊاڻ کي، ڪيترو روڪجي.
سونهن سرهاڻ کي، ڪيترو روڪجي.

وار ڪولي آئي رات سامهون جڏهن،
پو ڦٽا ڦاڻ کي ڪيترو روڪجي.

هُو اچان پيار جي ڳالهه پيو ٿو ڪري،
ڀار اٽڪاڻ کي ڪيترو روڪجي.

ساري تر ۾ آهي ڳالهه تنهنجي پرين،
هيڏي واڪاڻ کي ڪيترو روڪجي.

هن مون کي ڏنو مون به مرڪي ڏنو،
هن ڇڪتاڻ کي ڪيترو روڪجي.

ع

♥تنهنجي سار عطا،
پلپل يار عطا.

راهه نهارن ٿا،
تنهنجا ٻار عطا.

وٺا نيڻن مان،
ڪيڏا نار عطا.

تنهنجو جيون ائين،
ڇڻ ڪا ڇار عطا.

تنهنجي قبر تي،
ڳاڙها هار عطا.

هاءِ! تي وئين ڇو؟
جلدي ڏار عطا.



---

♥ سڪرنڊ واسي عطا محمد مگسي، پوليس انسپيڪٽر، جيڪو ڪراچي ۾ دهشتگردن هٿان شهيد ٿي ويو.

ڪو پل سڏڪا ڪو پل ساروڻ ايندئون ھن.
پوءِ بہ اسان تي يار ميارون ايندئون ھن.

جنھن وقت بہ تنھنجا ڪولي خط مان پڙھندو ھان،
ذھن منھنجي ۾ ڪيئي اُڏارون ايندئون ھن.

ڪيئن چوين ٿو توکي وساري خوش آھيان،
پل پل تنھنجون يار پچارون ايندئون ھن.

جنھن ويل اسان کي ياد توھان جي ايندي آ،
لڙڪن جون پيو ڪيئي قطارون ايندئون ھن.

ھر وقت توھان جي ڪڙڪي مان مون ڏي سرتاج،
اڏري تنھنجون نيڻ نھارون ايندئون ھن.



ان کي رهبر ڪير چوي جو،
ناريءَ جو ارمان نہ ڄاڻي.

آخر ڪنهنجو گهر اڏي ويو،
تيز پرين طوفان نہ ڄاڻي.

پيارا پنهنجي پيار ڪمائي،
مندر ۾ ڀڳوان نہ ڄاڻي.

ڪنهنجو ماس سڙي ويو آهي،
هي گونگو شمشان نہ ڄاڻي.

آڏيءَ جو ول ڪير ڪٽي ويو،
ٻنيءَ مان قرآن نہ ڄاڻي.

ڪر موڙي هوءَ هاڻ اٿي آهي،
ڇا هي روشندان نہ ڄاڻي؟

نظر پئي تي پٽڪي نظر ڪان پري،
ٿيندو ڪير تنهنجي شهر ڪان پري.

پاڻيءَ جي وچ ۾ نظر ٿي اچي،
رهي ڪيئن نوري ڪينجهر ڪان پري.

ڪري ڪوئي محسوس پيڙا انهن جي،
ويا مور اڏري جو ٽر ڪان پري.

ڪٽي نيڻ توڙي نهاريان ٿو مان،
پرين! نيڻ ويندا نہ در ڪان پري.

وري ڇا ڪسڻ لاءِ گڏ ٿيا آهيو،
وڃو درد هاڻي تہ گهر ڪان پري.



آڏيءَ ڏاري نيڻ ٽمي پيا،
توکي ساري نيڻ ٽمي پيا.

چوڏس خاموشيءَ جو منظر،
راهه نهاري نيڻ ٽمي پيا.

پل پل مون تي لهرون مرڪن،
گهاڙ ڪناري نيڻ ٽمي پيا.

تنهنجا نقش چٽيا مون پيارا،
ٻ پوءِ واري نيڻ ٽمي پيا.

اوسيئڙي ۾ گيت لکيا مون،
يار اڄاري نيڻ ٽمي پيا.



اکين جي شهر ۾ رُلندي، پرين پيرا وڃاياسي.
ڪيوسي غير کي پنهنجو مگر پنهنجا وڃاياسي.

توهان جي سار ۾ اُلجهي اُڏاٽي ننڊ نيڻن جي،
اکيون پُوري سگهيا ناهيون، سڀئي سپنا وڃاياسي.

اهوئي ڪوپ پيو آهي مگر سا چانهه ڪانهي ڪا،
اهو لمحو رهيو ناهي، ڪتي لمحا وڃاياسي.

اسان ڏي لاڙڪاڻي جون گهٽيون گهوري نهارن ٿيون،
شهر جي شور ۾ جانان! ڪتي رستا وڃاياسي.

وئي وئي هيءَ وردي آ، اسان کي دور رشتن کان،
اسان 'سرتاج' پنهنجا سڀ ڪيل وعدا وڃاياسي.

رڳو ڳوڙها ڳوڙها جدائي کماڻي.
پرين پنهنجي آ هي اها ئي کماڻي.

چري وار کولي اسان لڪ تي سوچين،
اسان کي هوائن پڌائي کماڻي.

پڌي پير پايل جو سامهون نچي ٿي،
تو سمجهي سندس ها، خدائي کماڻي.

نہ مون توکي سمجهيو، نہ تو مون کي ڄاتو،
هُلائي چو ماڻهن اجائي کماڻي.



اجان تائين اکين جو لڙڪ ٿيو ئي نہ هو.
هليو ايئن ويندين، پتو ئي نہ هو.

ڏٺوسين صرف تنهنجي نيڻن ۾ ئي،
اسان پاڻ پنهنجو ڏٺو ئي نہ هو.

ائين شهر ڳوڙهن سان ٻرجي ويو،
اجان پاڻ پيارا رنو ئي نہ هو.

ٻڌاسين صرف تهڪ تنهنجا پرين!
اسان ڪجھ توهان کي چيو ئي نہ هو.

ڀلا حال ڪهڙو آ 'سرتاج' جو،
توهان يار ڪنهن کان پڇو ئي نہ هو.

موت گهڙيءَ لڪ دور هليو وڃ، پنهنجو وقت پڳو ئي ناهي،
پاڻ سگهيءَ جي سيني تي پيرا ليٽي ٽڪ پڳو ئي ناهي.

ماڻهن شايد سانت جي چادر پنهنجي بدن تي اوڍي آهي،
سارا مندر سانت ۾ آهن، ڪاڻي گهنڊ وڳو ئي ناهي.

نيڻ ڪنڌيءَ ڪان موتي آيا، هوريان هوريان لڙڪ ٿمن ٿا،
ساري رات ڍلي وئي آ پر دلبر اڄ به پڳو ئي ناهي.

جوڀن رُت جا سارا ڏينهڙا تنهائيءَ ۾ گذري ويا هن،
شام جي لب تي سرخي آهي، هٿڙن رنگ ڏنو ئي ناهي.

وقت جي سيني تي هي ڪيڏا گهرا گهرا گهاوَ لڳا هن،
شهر ته آهي ريٽو ريٽو، ماڻهن ڪي اُلڪو ئي ناهي.

■

آءُ کمرو شراب، تنهائي.
رات، اونده عذاب، تنهائي.

منهنجي نالي ڪري وئي آهي،
چند يادون، ڪتاب، تنهائي.

هيڪلائي عذاب بڻجي وئي،
جهور پوڙهو، خراب، تنهائي.

تارون ڇيڙيندي درد جاڳي پيو،
رات هٿ ۾، رباب، تنهائي.

منهنجو گونجيو سوال 'هلندو ڪو'،
تنهنجو آيو جواب: 'تنهائي.'

ڪير هاڻي هٿن کي روڪيندو،
ساڻ سامهون شباب، تنهائي.



نتو هاڻ ڪوئي نهاري سگهي.
پلا ڪنهن جي جيئون سهاري سگهي!

جواني ڪُنن مان تہ تاري وئي،
اسان ڪي تہ ٻوڙيو ڪناري سگهي!

وجي ڇئوس هاڻي تہ موٽي اچي،
مٺيءَ ساڻ مون کي سمهاري سگهي!

ڇري دل ڇوي ٿي تہ 'سرتاج' جي،
وڃان ڀاڪرن ۾ گذاري سگهي!



پيو ٿو ڳولي پير مٽيءَ تان،
گذري وئي آ ڪير مٽيءَ تان.

ڪيڏو سهڻو ٻالڪ آهي،
ميڙي ٿو پيو ٻير مٽيءَ تان.

قبرستان ۾ ويٺو سوچي،
نڪري ايندي ڍير مٽيءَ تان.

چئني پاسي وکريل لاشا،
ڪيڏا اوڪا وير مٽيءَ تان.

پيرن هيٺان ٻاهه ٻري ٿي،
ويا هن اُکڙي پير مٽيءَ تان.



صديءَ صديءَ جا نيڻ پياسا توکي ڳولن ٿا،
شهر سڄي جا تنها رستا، توکي ڳولن ٿا.

پاڻ شهر جي رستن اندر گم ٿي ويا آهيون،
پاڻ نہ آهيون پنهنجا پاڇا، توکي ڳولن ٿا.

صبح سويري پاڻ اچي تون هٿ سان ناهي وچ،
هلڪا هلڪا گهنج رليءَ جا، توکي ڳولن ٿا.

آءُ رکي وچ چپ اسان جي تتل جذبن تي،
جوڀن رُت جا پيارا لمحا، توکي ڳولن ٿا.

سارو گهر هي توبن تنها تنها ٿي ويو آ،
خالي خالي، گهر جا ڪمرا، توکي ڳولن ٿا.



وري اچي ٿي رات ۾ ڪندي پسار ٿي اچي،
نظر نظر سان ڇوڪري ڪنيون خمار ٿي اچي.

اسان تہ پاڻ ڪان ميان! وڃون ٿا دور پاڻ ئي،
ڏسون ٿا پوئتي جڏهن پنيان نهار ٿي اچي.

جڏهن بہ چانڊنيءَ ڪي اسان ٿا ڀاڪرين پريون،
اسان ڪان تيز اُس ڇو ڪسڻ پيار ٿي اچي.

ٽڪل ٽڪل هي نيڻ ۾ ٽڪل هي پيرڙا ڪٽي،
ڏسو تہ ڪنهن جي شام جو ڏسڻ مزار ٿي اچي.

توهان ڪي پل حيات جا ڏيون ڇو ٿورڙا ڀلا!
اوهان ڪي ارپنا ڪرڻ سڄي جمار ٿي اچي.

توهان تہ راند راند ۾ ڪئي پئي راند پيار جي،
توهان ڏي جيت ئي پڳي، اسان ڏي هار ٿي اچي.



ڪٿي نيڻ هر هر ڏٺائون شهر ۾،
انهيءَ ويل مون کي ڪٺائون شهر ۾.

سڄو لوڪ گهوري نهاري پيو،
جڏهن پير پنهنجا رکيائون شهر ۾.

جڏهن مون ملڻ لئه چيو ڳوٺ ۾،
تڏهن مون کي مرڪي چيائون شهر ۾.

پرين شور ۾ پاڻ گم ٿي وياسين،
اسان ڏانهن ماڻهو مڪائون شهر ۾.

ڇڏي تون ڪراچيءَ کي 'سرتاج' وئين،
ڪيون تو به ڪيڏيون خطائون شهر ۾.



مون کان ڪجهہ پڇڻ ٿو چاهي،
آڌيءَ ويل اچڻ ٿو چاهي.

بستر تي پڇاڙي ويو آ،
هاڻي حال پڇڻ ٿو چاهي.

جوانيءَ ۾ ڪجهہ ياد نہ آيس،
پيريءَ منجهہ جهڪڻ ٿو چاهي.

وقت ٿيو آ مرڪيو ناهي،
من هاڻي مرڪڻ ٿو چاهي.

ڦڙ ڦڙ، ڦڙ ڦڙ، مينهن وسي ٿو،
توسان گڏ پسڻ ٿو چاهي.

منهنجي اوسيئڙيءَ کي هُو پِي،
ڪوئي نانءُ ڏيڻ ٿو چاهي.



درد ڪيڏا ڏئي وئي آهين،
ياد پوءِ پِي اچي وئي آهين.

آءُ تنها ٻُڌي رهيو آهيان،
تهڪ جيڪي ڇڏي وئي آهين.

ڪوپ ساڳيو اڃان پيو آهي،
پاڻ جاتي رکي وئي آهين.

ننڊ - ديوي الائي ڪاڏي وئي،
ساڻ ان کي وٺي وئي آهين.

منهنجا ڳوڙها اگهي سگهي ناهين،
ڏور ڪيڏو سکي! وئي آهين.



خالي گهر ۾ ڇا ٿو ڳولين!؟
هيڏي تر ۾ ڇا ٿو ڳولين!؟

نيڻ ڪٽي پيو ڪونه ڏسين ٿو،
نيٺ خبر ۾ ڇا ٿو ڳولين!؟

مور پيو جوءِ ڇڏي ويا آهن،
هاٽي تر ۾ ڇا ٿو ڳولين!؟

جاڏي ڪاڏي ڪرفيو آهي،
هن شهر ۾ ڇا ٿو ڳولين!؟

سونهن جي ديوي نيٺ هلي وئي،
هاڻ مندر ۾ ڇا ٿو ڳولين!؟



اچن پيي ياد ٿيون هر هر هوائون شهر جانان جون،
وساري مان سگهيو ناهيان وفائون شهر جانان جون.

ڪٺي جي نيڻ گهائن ٿيون اڪ ڇا ڇا ٻڌائن ٿيون،
اڪ ڇا ڇا چون ٿيون پيون، نگاهون شهر جانان جون.

اسين دَر تي هلي وياسين، اسين تنها جلي وياسين،
اسان کي جڻ ڪکيءَ ويون هن بلائون شهر جانان جون.

پرين هن لاڙڪاڻي ۾ پيا هون جڻ ته گهاٽي ۾،
ڪيون سين درگذر هاٽي سزائون شهر جانان جون.

نيڻ ٿا پنڪن توهان جي راهہ ۾،
ڇا مليو ۽ ڇا ويو هن چاهہ ۾.

ڏرتتيءَ ۾ آءٌ اُپ ڏي ٿو تڪيان،
جڻ تہ آهي اُپ پي آڙاهہ ۾!

هُن جي نيڻن مان ٽمي ڳوڙها پيا،
ڪو پهر ويٺو جذهن وڙاهہ ۾.

منهنجي گيتن ۾ بہ تنهنجو عڪس آ،
ها، لکيو آ مون تنهنجي ساراهہ ۾.

تنهنجي آئي مرڪ پي آئي هلي،
ساهہ پئجي ويو پرين بي ساهہ ۾.

كمرو پٽ ۾ در ٿو جاڳي،
خالي خالي گهر ٿو جاڳي.

مان هڪ پيارا جاڳيو ناهيان،
توکهٔ سارو تر ٿو جاڳي.

راهن ۾ ييي نيڻ وڇائي،
ٽاريلي ۾ ٽر ٿو جاڳي.

اکيون پوري ڪيئن سمهان مان،
نيڻن منجهه شهر ٿو جاڳي.

ٿڪن جا آواز اچن ٿا،
ڪوئي پيار امر ٿو جاڳي.

ان جي ئي چاهتن ۾ گذري وئي جواني.
'سرتاج' جنهن ڇڏي آ خوابن کي ڏئي جواني.

ڇاڪون هي وارڙن ۾ چاندي اچي وئي آ،
ويٺا پيا ٿا سوچون ڪاڏي ڪئي، جواني.

اڄ ياد جي دريءَ مان پوڙهي تڪي رهي آ،
سوچي ٿي پيارُ ڪٿ آ؟ ڪاڏي وئي جواني!؟

هي موت مون کي آخر، مٽيءَ ۾ گم ڪري ويو،
تون ئي هلي وئي آن، او حيف تئه، جواني!



کلندي کلندي بات پڇائين،
’ڪيئن تو گهارين رات؟‘ پڇيائين.

ڇا توکان سا وسري وئي آ،
پهرين پهرين جهات، پڇيائين.

شعرن ۾ دم ڪونہ رهيو ٿئہ،
ڪاڏي وئي تي ڏات، پڇيائين.

پيار ۾ قرباني ٿي گهرجي،
ڪنڌ اڏي ۽ ڪات، پڇيائين.

آئي هوا جيان اچي تنها ڪري وئي.
مون کي تہ منهنجي زندگي تنها ڪري وئي.

هاڻي تہ پنهنجو پاڻ نظر ئي نہ ٿو اچي،
تنهنجي اکين جي آرسي تنها ڪري وئي.

سندر خيال ڪيترو پرتي هليا ويا،
مون کي لڳي ٿو شاعري تنها ڪري وئي.

پائي اچو لباس جا مرڪي ملي هئي،
چالڪ اهائي ڇوڪري تنها ڪري وئي.

هاڻي تہ تنهنجي ياد ٻي مون ڏي نہ ٿي اچي،
تنهنجي تہ سار ٻي سڪي تنها ڪري وئي.



اسان کي نہ آهن لڳيون اوپريون،
اکين جي شهر جون گھٽيون اوپريون.

نہ سمجهي سگهياسين اسان او پرين!
اچانڪ جو آيون ڇئيون اوپريون.

توهان جون نہ يادون اڏامي ويون،
هوائون نہ اهڙيون گهليون اوپريون.

سڄي رات پاسي ۾ منهنجي رهي،
مليون پو نہ مون کي مليون اوپريون.

انهيءَ ويل ڳوڙها اکين مان ٽميا،
ڏليون جو ڪليءَ ۾ سڳيون اوپريون.

رات جو تنهنجي لاءِ لکان ٿو روزانو.
لکندي لکندي روئي پوان ٿو روزانو.

ڪير پلا هي وهندڙ ڳوڙها روڪيندو،
ديوارن ڪان آنءُ پڇان ٿو روزانو.

بند ڪري هي در ٿو ٻاهر نڪران مان،
چنڊ پڇي ٿو ڪيئن رُلان ٿو روزانو.

ٽنگيل ڪئلينڊر ٿو مون ڏي واجهائي،
چالڪ هڪ تاريخ ڏسان ٿو روزانو.

بيت ڀٽائيءَ جا سڀ تنهنجي ڇهري مان،
اکيون پُوري يار پڙهان ٿو روزانو.



رهيا نيڻ آتا ٻه ساري حياتي.
رڳو انتظارن ۾ گهاري حياتي.

پرين پاڻ تنهنجي پسڻ جي ڪري،
خدا ڪان وتي سون اڌاري حياتي.

اسان کي حياتي گذاري ڇڏيو،
اسان يار ڪاٿي گذاري حياتي!

هلي آ اکين جي شهر ۾ تلاشيون،
اسان جا ٿي پنهنجي وساري حياتي.

وري مرڪي وارن جي چاندي ڇيو،
وئي نيٺ گذري اُجاري حياتي!



ڳوليو آ مون ڪونہ لڌو آ گهر جو دروازو.
ٿي ها شايد گم ٿي ويو آ گهر جو دروازو.

جاڙي ڪاڙي نظرون ڦيري سوچيان ٿو،
هي آ، هُو آ، يا ڪو ٻيو آ گهر جو دروازو.

ڳولي ڳولي نيٺ لڌو مون هاڻي ڪٿن ڪوليان،
پاڻ تو جيڪو بند ڪيو آ گهر جو دروازو.

آخر توکي ڪيئن ٻڌايان او پيارا سائين!
توبن ڪيڏو ماندو ٿيو آ گهر جو دروازو.

پاڻ اچي 'سرتاج' تون هن کي، کولي ڏس،
ڪر ڪٽي تولاءِ کڙو آ گهر جو دروازو.



گھٽيءَ جي سامھون اچي رنو ھو.
اوھان کي ساري سڪي رنو ھو.

اکين جا ڳوڙھا سڪي ويا ھا،
چريو ھو ماڻھو يڪي رنو ھو.

سڄي جواني قبر تي پوڙھو،
چون ٿا ٻانھون رکي رنو ھو.

مٽيءَ جون دانھون ھڏي ڪنن سان،
♥ٻڌن ٿي موھن نچي رنو ھو.

---

♥ موھن ڀڳت، راڳي

وري تاهہ ڪائي نهي تا وڃون،
ماضيءَ ۾ ڪو پل لهي تا وڃون.

پرين ها! اسان کي ٻُلائي ڇڏيو،
اسين لڙڪ ٻڻجي وهي تا وڃون.

خوشين پي اسان کي وساري ڇڏيو،
اسان درد توسان نهي تا وڃون.

اها جاءِ ڪيڏو جلي تي پئي،
جتي رات پيارا رهي تا وڃون.

وري ڦير نظرون نئون گهاءُ ڏي،
ڏئہ زخم ڪيڏا سهي تا وڃون!



پيار پنهنجو بي وفا ٿِي ويو،
راهہ منهنجي ئي صفا ٿِي ويو.

مون تہ تهڪن جي ڳُهري خيرات هئي،
اڄ پرين اهڙي سخا ٿِي ويو.

نيڻ نيڻن سان مليا هڪ ٿي ويا،
پوءِ ٿيا جي حادثا ٿِي ويو.

مون وساري ڪونہ توکي آ سگهيو،
تون اسان کي ڇو ڀلا ٿِي ويو.

ٻارُ ٻُکئي پيٽ، ننگي پير سان،
خلق کي خلقي خدا ٿِي ويو.



روز وڃون ٿا ويجهو پر،
روز ٿيون ٿا ڏار اسان.

درد اندر ۾ پيهي ويا،
صدين جا هون يار اسان.

ٻاھ سان ٻاڪر وجهون ٿا،
ڪيڏا آهيون ٻار اسان.

آءُ هلي آ دوريءَ جي،
ڪيريون ٿا ديوار اسان.

ٿمڪ توهان جي حصي ۾،
دردن جا تهوار اسان.



تنھنجي در تي اچڻ لڪ بہ دل پئي گھريو.
تھک سامھون پڏڻ لڪ بہ دل پئي گھُريو.

تنھنجو نالو چئيءَ جو الڪ چا ھيو،
نانءَ توتي رکڻ لڪ بہ دل پئي گھُريو.

ڪوڙ ڳالھيون ھيون جي اڌوريون رھيون،
ڪوڙ قصا ڪرڻ لڪ بہ دل پئي گھُريو.

ڪلڻ ويل سرتيون تہ توسان ھيون،
توسان گڏجي رئڻ لڪ بہ دل پئي گھُريو.

اکين جي شھر جي گھٽين ۾ پرين!
پاڻ گم ٿي وڃڻ لڪ بہ دل پئي گھُريو.



منهنجي نظر هُن جي نظر جي لاءِ آ.
آهہ ٻي هوندي اثر جي لاءِ آ.

هن کي ڏسي سارو شهر جهومي پيو،
ڇوڪري ڇڻ هن شهر جي لاءِ آ.

تو گلابن تي ڪڏهن سوچيو بہ آ،
ڪو ڳچيءَ لڪ، ڪو قبر جي لاءِ آ.

مان وڃو ڦري ٻيئو آهيان اڃو،
ها منهنجي تياري سفر جي لاءِ آ.

هوءَ هٽي تي تلڪ ننڍڙي ٻار ڪي،
هي ٽِڪو ڪارو نظر جي لاءِ آ.

رات پيي شبنمي رهي آ.
پوءِ بہ تنهنجي ڪمي رهي آ.

من اسان جو اُجو آ صحرا جئين،
هائو نيڻن ۾ ڏس نمي رهي آ.

اوهان هوا ۾ اماڻي جيڪا،
چپن تي تاڪيل چمي رهي آ.

دل رهي ڪيئن منهنجي سيني ۾،
هوءَ جو سامهون گهمي رهي آ.

رات جو پوئين پهر ستارا خاموشي.
نيٽن جا ڀرپور اشارا، خاموشي.

پردو هٽائي پوڙهو ڏسي ٿو شهر طرف،
خالي خالي شهر جا چارا، خاموشي.

آءُ اڪيلو 'گهاڙ ڪناري' سوچيان ٿو،
توبن هي سنسان ڪنارا، خاموشي.

سونهن ڪراچي آخر تنهنجي ڪاڏي وئي،
ديوارن تي گونگا نعرا، خاموشي.

آءُ تہ خاموشيءَ کي ٽوڙيون يار ٻئي،
جُهوري وجهندي آخر پيارا، خاموشي.



چون ٿا ته ’سجدا قضا ٿو ڪريان.‘
چوان ٿو، ’نمازون ادا ٿو ڪريان.‘

چون ٿا، ’محبت خطا ئي خطا آ،‘
چوان ٿو، ’خوشيءَ سان خطا ٿو ڪريان.‘

چون ٿا، ’ڏسڻ سان ڪري ٿو پوين،‘
چوان ٿو، ’وري التجا ٿو ڪريان.‘

چون ٿا، ’اکيون ڇو ڪيڏين ئي نه ٿو،‘
چوان ٿو، ’ڏسان ٿو پيو ڇا ٿو ڪريان.‘

چون ٿا، ’قيامت ۾ ميلاپ ٿيندو،‘
چوان ٿو، ’قيامت بپا ٿو ڪريان.‘



پيا نيڻ پنھنجا ڀري پيارڙا!
اسان رات ڪولي ڏري پيارڙا!

اسان کي ڪنارن تہ ڀوڙيو ميان!
ڪنن مان ڀڳاسين ترِي پيارڙا!

وري ياد تنھنجي اسان ڏي ڀڳي،
وئي چانھہ پنھنجي ٺري پيارڙا!

اڪيلائي ڪيڏو ٿي جھوري پئي،
اچو ها، اچو ها، وري پيارڙا!

توھان کي ھوائون بہ چونديون وري،
ويو 'سرتاج' تنھنجو مري پيارڙا!



گڏ پيو توسان رهڻ ڏاڍو ڏکيو،
ڏار، پنھنجي موت جھڙي زندگي.

ها، گذاري تا ڇڏيون توکان بغير،
يار! پنھنجي موت جھڙي زندگي.

کيئن گھارن تا پيا فوٽ پاٿ تي،
ٻار پنھنجي موت جھڙي زندگي.

وقت گذري ويو پرين سگريٽ جيئن،
ڇار پنھنجي موت جھڙي زندگي.



زندگيءَ ۾ نيڻ ڪنهن کي ٿا ڏسن،
۽ گهٽيءَ ۾ نيڻ ڪنهن کي ٿا ڏسن.

مان تہ پنهنجو پاڻ کي ڏسڻ ويس،
آرسيءَ ۾ نيڻ ڪنهن کي ٿا ڏسن.

سٽ سٽ ۾ سار ڪنهنجي آ پرين!
شاعريءَ ۾ نيڻ ڪنهن کي ٿا ڏسن.

رات جي آ سانت ۾ منهنجي اڳيان،
ڊائريءَ ۾ نيڻ ڪنهن کي ٿا ڏسن.

سجدي تي سجدو ڪيان ٿو هر گهڙي،
بندگيءَ ۾ نيڻ ڪنهن کي ٿا ڏسن.



اندر ۾ پرين ٻاهه ٻٽي ٿي ٻري،
اڃان در ڪُليل آ متان هو وري.

خوشي مون ڏي آئي هئي عارضي،
مگر درد ويهي رهيا گهر ڪري.

اسان لاءِ اوندهه رڳو چارسو،
الا، چنڊ ٿي ويو اسان کان پري.

اڃان يادگيريون اچن ٿيون پيون،
اٿي ٿو ڀوان يار آهون ڀري.



توکي ڏسندي ايئن لڳو،
ڌرتيءَ تي ڄڻ چنڊ لٿو.

پکين ۾ چرڙاٽ پيا،
شايد وڻ جو ڏار ڀڳو.

ٻاهر روڊن تي چرپر،
ڪاليج ۾ آ گهنڊ وڳو.

نيڻن کي اوسيئڙا آهن،
هاڻ تہ جلدي يار اچو.

ڪيڏي ڏوڙ اڏامي تي،
تاھ تتيءَ ۾ ڪير ڀڳو!

آڏيءَ جو ڦيري آئي،
ڳاڙهو سپنن منجهہ وڳو.

جوبن واچوڙي جيئن ويو،
سُئي ۾ پوندو ڪيئَن سڳو.



گهڙي پل جو گهوري خبر ۾ ڏٺو.
لڳو پاڻ کي مون قبر ۾ ڏٺو.

هيو جسم تنهنجو پرين لاڙ ۾،
اسان روح تنهنجو اتر ۾ ڏٺو.

الائي تہ ڇا ڇا وڃائي ڇڏيو،
الائي تہ ڇا ڇا نظر ۾ ڏٺو.

سڄي رات چنڊ ساڻ پاڪر هيا،
ڪليون جي اکيون پاڻ گهر ۾ ڏٺو.

زماني کي ظالم چوين ٿو پيو،
ڪڏهن تو بہ آهي اندر ۾ ڏٺو.

اڪيلا نہ آهيون سفر ۾ پرين!
اسان چنڊ کي پيي سفر ۾ ڏٺو.

ڇريا تون تہ مسجد ۾ ڳولين پيو،
خدا کي اسان جهنگ جهر ۾ ڏٺو.



مون وٽ ڪو پل ترسيو ناهين،
ساٿ سوير ڇڏي ويو آهين.

ڏوڙ اڏائي گم ٿي وئين پر،
پويان پير ڇڏي ويو آهين.

پيارا! پيار ۾ پوڄا واري،
ڪيڏي هير ڇڏي ويو آهين.

پاڻ مري وئين پر پارڻ لئه،
ڪيڏا وير ڇڏي ويو آهين.

ڪهڙي ڪهڙي ڳالهه تي سوچون،
سوچون ڍير ڇڏي ويو آهين.



نيڻن ۾ پيو خالي رستا تاڪي ٿي.
چري آهي چنري ۾ سپنا تاڪي ٿي.

ڪير ڏيندو هي هاڻي جوڀن موٽائي،
تنها ڪمري ۾ هوءِ ڇا ڇا تاڪي ٿي.

البم کولي سڏڪي سڏڪي مرڪي ٿي،
ماضيءَ جا سڀ پيارا لمحا تاڪي ٿي.

رات هوا ۾ هلڪو هلڪو شور هيو،
ڪڙڪي کولي تهڪ پڙاڏا تاڪي ٿي.

سانت ڪِهي ’سرتاج‘ وئي آ جوڀن کي،
توکي ساري ساندهه سڏڪا تاڪي ٿي.



هر گھڙي هر پهر ۾ تنها هيو.
ڪو تہ هيڏي شهر ۾ تنها هيو.

هاءِ ڪلتي ڏئي ڪري پيو اوچتو،
يار پيڙو لهر ۾ تنها هيو.

هن جي اندر ۾ تہ ڪوئي شخص هو،
هُو تہ خالي نظر ۾ تنها هيو.

مون تہ خوابن ۾ رهاٽيون پئہ ڪيون،
هُو تہ گهر جي پڌر ۾ تنها هيو.

هن ڪي جيون پي زهر پاسي پيو،
چو تہ پوڙهو چپر ۾ تنها هيو.



خيالن ۾ هوءَ آئي آهي،
مرڪي ۽ شرمائي آهي.

هن ڪي پل پل آءَ پڙهان ٿو،
گيت، غزل ۽ وائي آهي.

ماڻهن ڪجهه يي ڪونہ ڇيو آ،
رستن ڳالهہ ٻڌائي آهي.

تنهنجا وار ڪُليل هن شايد،
خوشبو اڏري آئي آهي.

تنها جيئندس هيڏي جڳ ۾،
پيارا ڳالهہ اجائي آهي.

جوڀن سات ڇڏي ويو آهي،
ليڪن ڳالهہ اُهائي آهي.



چئني پاسي سانت ڇڏي ويا سارا جوڳيئڙا!
تنها تنها ٿي ويا گهر جا جارا، جوڳيئڙا!

نيرو نيرو اُڀ ٻيو توهن برسي پوندو آ،
توهن روئي پوندا آهن، چارا، جوڳيئڙا!

هو ڏس! ڪمري اندر تن تي دز چڙهي وئي آ،
تنهنجي راهه تڪن ٿا هاٽي ڍارا، جوڳيئڙا!

منهنجي من جي ڦرهي ڪيڏي اجري اجري آ،
پنهنجي ڇپن ساڻ لکي وڃ نعرا، جوڳيئڙا!

ڳوٺ وچي ڏس توڪ ڪيڏيون ٻانهون آتيون هن،
شهرن اندر گم ٿي ويندين، پيارا جوڳيئڙا!



مون سان منهنجي ڪمري اندر آهي تنهائي.
ويٺي ويٺي پيو ٿو سوچيان، ڇاهي تنهائي.

هلندي هلندي نيڻ ڪٽي ٿو اُڀ ڏي واجهائي،
جيون جا ڇو گهرڙا وئي آ ڍاهي تنهائي.

هوريان هوريان پنهنجون يادون واءُ اڏائي ويو،
هاڻي ڪڏ پئي آ لاهي پاهي تنهائي.

ڪيڏو ڏور هليون ويون آهن ننڊون نيڻن ڪان،
ڪيڏو پوڄيو آهي توکي ڇاهي تنهائي.

ڪڏهن ڪڏهن آئيني جي سامهون سوچيان ٿو،
مون سان تنهنجون يادون آهن، ناهي تنهائي.



پيو لوڪ جهاڙي هلي آءِ تون،
چري! سچ لاڙي هلي آءِ تون.

چپن جو توهان ڏي رهيل قرض آ،
وري وجهہ تاڙي هلي آءِ تون.

متان موت ٻاڪر ۾ مون کي پري،
اچوڪ، ڏهاڙي هلي آءِ تون.

چري دل تي نالو لکيل آ اڃان،
پلي دل جي پاڙي هلي آءِ تون.

هيءَ 'سرتاج' پيي بند ڪمري اندر،
پيو لڙڪ ڳاڙي هلي آءِ تون.



راھ تنھنجي تکي لڙڪ لاڙيا اسان،
تون نہ آئين پرين! مينھن آيا متان.

تنھنجو جلوو پسون ٿا پيا ھر طرف،
جاءِ اھڙي نہ آ پير جاتي رکان.

ڇو اسان وٽ اچي آھ ويھي رھيو،
ڇو وڃي ئي نہ ٿو، درد آيو ڪٿان!

او ڇري نرتڪي! سوچ توري تہ ڪر،
ڇير تون ٿي ٻڌين، آنءُ ڇو ٿو نچان.

ھي اکين جي نظر ڀي ڪسي تون وئين،
ڦُرجي وياسين اسان وقت تنھنجي ھٿان.





# وايون

جيترا رولڙا، جيترا اوجاڳا ـ سرتاج جي زندگيءَ ۾ آهن، ايترا شايد ئي ڪنهن جي زندگيءَ ۾ هجن، سرتاج ۽ چنڊ هميشہ جاڳندا رهيا آهن ۽ رُلندا رهيا آهن.

جڏهن چوڌس چُپ چپات هوندي آهي تہ هي بہ چنڊ سان گڏ اُڀرندي ئي سفر ساڻ هوندو. فاصلا ئي فاصلا. سوچ ـ نگر سان نيڻ سندس رستا ڏاهيندي، ڳولها ۾ رهندي، ڳولها ، جا هن جي وجود جو حصو.

هي جو اڪيلائپ ۾ شديد اَڪيلائپ ۾ بي چين روح پنهنجين سوچن ڪي، پنهنجي نازڪ ۽ نفيس جذبن ڪي، ڪومل احساسن ڪي، اڻپورين خواهشن ڪي بلڪل ائين ئي چٽيو، جئين وان گاف ڪينواس تي تيز ۽ تکا رنگ هاريندو هو.

سرتاج بہ پنهنجن احساسن تي سوچ نگر جي ڪنهن سورج مکيءَ جي فصل ۾ هر 'سوچ ـ گل' جي ڪيفيت کي چٽي ٿو.

'اڪين جي شهر مان' 'سپنن جو سنسار' اُڏي ٿو. ڪنهن هيپناٽسٽ وانگر پنهنجن احساسن، جذبن، کي لفظن جي سحر انگيز چادر اوڙهائي نہ رڳو پاڻ پر سڀني کي هيپناٽائيز ٿو ڪري.

**اخلاق انصاري**

پٺتي واجهائي،
پوڙهو روئي ٿو پيو.

ٽٽل واريءَ سان،
هوريان ڳالهائي،
پوڙهو روئي ٿو پيو.

ورَهہ وَهامي ويا،
پر ڇو جيون مان؟
دردُ وڃي ئي ڪو نہ ٿو.

سڏڪيون ديوارون،
خالي ڪمرن مان،
دردُ وڃي ئي ڪو نہ ٿو.

اکيون ڪليل هن،
هاٽي نيڻن مان،
دردُ وڃي ئي ڪو نہ ٿو.

پئيان اچي ٿو،
منهنجي رستن مان،
دردُ وڃي ئي ڪو نہ ٿو.

لکين ٿو سرتاڄ،
تنهنجي گيتن مان،
دردُ وڃي ئي ڪو نہ ٿو.



جوڻين ناريءَ مان،
ليئا پائي ٿو.

هڪڙو ئي ڏيئو،
اونده ڪاريءَ مان،
ليئا پائي ٿو.

شيشي ڪي سوري،
ڪوئي لاريءَ مان،
ليئا پائي ٿو.

ياڳيءَ جو آوازُ،
ٿر جي واريءَ مان،
ليئا پائي ٿو.



ڪاري ڪاري روڊ تي،
زخمي هي ڳيرو،
ڪنهنجي راهہ تڪي پيو.

ڪوئي اڇٽو ڪو نہ آ،
خالي آڪيرو،
ڪنهنجي راهہ تڪي پيو.

هُو تہ هليو ويو چنڊ ڏي،
هاٽي نئون ڏيرو،
ڪنهنجي راهہ تڪي پيو.

متان واءُ لٽي وڃي،
پانڌي جو پيرو،
ڪنهنجي راهہ تڪي پيو.

فوٽو، ڪمرو، خاموشي،
لغڙي ۾ ڏيرو،
ڪنهنجي راهہ تڪي پيو.



ويٺي ڪولي وار هان،
ناهي جو سرتاج،
سرتيون! سک هليو ويو.

آٿي ڏيندو شام جو،
مون ڪي ڪو سرتاج،
سرتيون! سک هليو ويو.

سانجهيءَ سڏڙا گونجيا،
ساري ٿو سرتاج،
سرتيون! سک هليو ويو.

ڪولي دروازو ڏنم،
ڪاٿي هو سرتاج،
سرتيون! سک هليو ويو.

پوٽيندس مان نيڻ،
ايندو پو سرتاج،
سرتيون! سک هليو ويو.



منهنجي جيون مان،
مرڪون ڪير ڪٽي ويو.

تنها گهر ۾ شام جو،
ويٺو ٿو سوچيان،
مرڪون ڪير ڪٽي ويو.

هاڻي سوچن ساڻ مان،
الجهي پيو هان،
مرڪون ڪير ڪٽي ويو.

سوچي ويٺو سانورو،
جوڳي صدين کان،
مرڪون ڪير ڪٽي ويو.

رات هوائن پئ چيو،
تنهنجي ڌرتيءَ تان،
مرڪون ڪير ڪٽي ويو.



وارن جي چرپر،
تنهنجي چهري تي،
چنڊ ٻہ آهي رقص ۾.

پيارا پيار پرئي،
لمحي لمحي تي،
چنڊ ٻہ آهي رقص ۾.

آڌيءَ جو آئي،
اُتي رستي تي،
چنڊ ٻہ آهي رقص ۾.

تهڪ ٻڌائن ٿا،
مٿان ڪمري تي،
چنڊ ٻہ آهي رقص ۾.



پنتي چڏي خواب،
اڳتي نڪري ويو،
ماٺو ڪوئي هيڪلو.

رستا ڏَسن تا،
هتان گذري ويو،
ماٺو ڪوئي هيڪلو.

گهر ياتين ڪان ٻي،
جلدي وسري ويو،
ماٺو ڪوئي هيڪلو.

ءِ هُو پنن جيئن،
پل ۾ وکري ويو،
ماٺو ڪوئي هيڪلو.



مونکي تنهنجي ئي،
ياد ڏياري ٿي،
هلڪي هلڪي روشني.

آڌيءَ جو آخر،
مون سان آهه پکي،
هلڪي هلڪي روشني.

رُئل هئي مون کان،
هاڻي آ پرتي،
هلڪي هلڪي روشني.

ڪيڏي ڦهليل آ،
تو مٿان ڏرتي،
هلڪي هلڪي روشني.



ٽڙي ٽڙي چانو ۾،
نم جي هيٺان ڪو،
ننڊ پيو آهي.

ڏينهن لڙي ويو آ مگر،
آخر اجان ڇو،
ننڊ پيو آهي.

جا ڏي ڪاڏي سانت آ،
لڳي تو رستو،
ننڊ پيو آهي.

اڪيون ڪولي ئي نہ ٿو،
الا توڪان ڀو،
ننڊ پيو آهي.



منهنجي جيون ۾،
تنهنجي اچڻ سان،
گل ٽڙي پيا هن.

هر هنڌ مهڪارون،
مرڪي ڏسڻ سان،
گل ٽڙي پيا هن.

ڪمرو، تون ۽ مان،
گڏجي ڪلڻ سان،
گل ٽڙي پيا هن.

تو لئه گيت لکيا،
ڪيڏا سوچڻ سان،
گل ٽڙي پيا هن.



هلندي پيرن جا،
آخر يار نشان،
متيءِ منجهه ملي ويا.

سوچيم آدَيءِ جو،
هي ڪهڙا انسان،
متيءِ منجهه ملي ويا.

سڏڪي ويچاري،
جنهن جا سڀ ارمان،
متيءِ منجهه ملي ويا.

هي اڏيل جهوپا،
آيا جي طوفان،
متيءِ منجهه ملي ويا.



جاڳي پونديون هن،
تنهنجي نالي سان،
سنڌوءَ جون لهرون.

آزاديءَ جا گيت،
ڳائن صدين کان،
سنڌوءَ جون لهرون.

بيهي هلن ٿيون،
سيد سن منجهان،
سنڌوءَ جون لهرون.

جاڳي ساري رات،
ڏسن ٿيون سپنا،
سنڌوءَ جون لهرون.



آذي آءُ نہ تون،
مونکي هاڻ نٿو وڻين.

پئسي پويان تو وڃين،
منهنجو پاءُ نہ تون،
مونکي هاڻ نٿو وڻين.

يادون پل ناسور ٿين،
پرجان گهاءُ نہ تون،
مونکي هاڻ نٿو وڻين.



وسري جيئن وڃاڻ،
پل پل ڪجاڻ،
پنهنجي ڪمري ۾ سڪي.

ڳولي منهنجي شاعري،
پنن مان پڙهجاڻ،
پنهنجي ڪمري ۾ سڪي.

آئيني جي سامهون،
شوڪارا ڀرجاڻ،
پنهنجي ڪمري ۾ سڪي.

آلا منهنجي ياد کي،
سنڀالي رکجاڻ،
پنهنجي ڪمري ۾ سڪي.



پيو تو ياد اچي،
هڪڙو ماٺو شام جو.

ايندو آ هر روز،
تنها قبر تي،
هڪڙو ماٺو شام جو.

پل پل روئي ٿو پيو،
ساري ماضيءَ کي،
هڪڙو ماٺو شام جو.

گهوري گهوري ٿو ڏسي،
ايندڙ ويندڙ ڏي،
هڪڙو ماٺو شام جو.

چوي پيو سرتاج هان،
باقي ڏينهن ٻه ٽي،
هڪڙو ماٺو شام جو.



توکي ٿو ساري،
هڪڙو ماٺو رات جو.

خالي پينگهي کي ڏسي،
هنجون ٿو هاري،
هڪڙو ماٺو رات جو.

ڳوڙها ڳوڙها زندگي،
ڪيئن پيو گهاري،
هڪڙو ماٺو رات جو.

کولي دردَ ڪتاب هي،
ڪنهن کي ڏيکاري،
هڪڙو ماٺو رات جو.



سرتا ساري مون،
آڏي ڏاري مون،
تو ڏي خط لکيا هئا.

کلي کلي پئہ پڙهيئي،
هنجهون هاري مون،
تو ڏي خط لکيا هئا.

پرزا پرزا تي ويا،
بتي ٻاري مون،
تو ڏي خط لکيا هئا.

آيو ڪو نہ جواب،
واري واري مون،
تو ڏي خط لکيا هئا.



پيرن جي خوشبو،
تنهنجي چارن مان،
ليئا پائي ٿي.

اونده نفرت جي،
منهنجي يارن مان،
ليئا پائي ٿي.

وقت اُڏامي ويو،
چاندي وارن مان،
ليئا پائي ٿي.

ڪنهن لئه هي چوري،
در جي ڏارن مان،
ليئا پائي ٿي.

گهري خاموشي،
هاٽي جارن مان،
ليئا پائي ٿي.



دل جي ڪڙڪيءَ مان،
ليئا پائي ٿي،
ڪاڪا! تنهنجي شاعري.

منهنجي نيڻن جي،
ننڊ ڦٽائي ٿي،
ڪاڪا! تنهنجي شاعري.

پاڙي واري ڇو؟
پلپل ڳائي ٿي،
ڪاڪا! تنهنجي شاعري.

لفظ ڪري خنجر،
مونکي گهائي ٿي،
ڪاڪا! تنهنجي شاعري.



پاڪر ۾ آهين،
منهنجي ٻانهن ۾،
گل ٽڙي پيا هن.

گهٽيون مرڪن ٿيون،
ڪيئي راهن ۾،
گل ٽڙي پيا هن.

تنهنجي ايندي ئي،
هاڻ نگاهن ۾،
گل ٽڙي پيا هن.

يا تہ اڇي وئين تون،
يا تہ هوائن ۾،
گل ٽڙي پيا هن.



آيا آڌيءَ ويل،
سپنا سيرانڌي،
منهنجي ننڊ اُڏي وئي.

هاڻي پاڇن جو هتي،
ڪو بہ نہ آ ڪانڌي،
منهنجي ننڊ اُڏي وئي.

متائي پيرا وئي،
آئي جو آنڌي،
منهنجي ننڊ اُڏي وئي.

رستي ۾ رولي ويا،
پاڻ هليا پانڌي،
منهنجي ننڊ اُڏي وئي.



ساروڻ، سپنا، مان،
سرتيون ننڊ نٿي اچي.

آهن جوڀن جا،
پويان پاڇاوان،
سرتيون ننڊ نٿي اچي.

ڪليل آهن نيڻ،
مونکي صدين ڪان،
سرتيون ننڊ نٿي اچي.

هيڏي ڪمري ۾،
تنها ويٺي هان،
سرتيون ننڊ نٿي اچي.



ٽڏڙي ٽڏڙي هير ۾،
موسم برساتي،
هاڻي ننڊ اچي ته ڪيئن؟

اکيون پورينديءَ ڏٺم،
ڇاتيءَ تي ڇاتي،
هاڻي ننڊ اچي ته ڪيئن؟

چنڊ لڳي تو گهوٽ ۾،
تارا باراتي،
هاڻي ننڊ اچي ته ڪيئن!؟

تو لڪ هت سرتاج مان،
آهيان جو آتي،
هاڻي ننڊ اچي ته ڪيئن؟



تنهنجي بدن جي،
گهٽيءَ گهٽيءَ تان،
نيڻ هٽن ئي ڪونہ ٿا.

چوڏس هٻڪارون،
سورج مکيءَ تان،
نيڻ هٽن ئي ڪونہ ٿا.

تنهنجي وئي ڪان پو،
تنهنجي چنيءَ تان،
نيڻ هٽن ئي ڪونہ ٿا.

ڪمري منجهہ ٽنگيل،
ڳاڙهي سڳيءَ تان،
نيڻ هٽن ئي ڪونہ ٿا.

جوڀن گذري ويو،
پوءِ بہ سڪيءَ تان،
نيڻ هٽن ئي ڪونہ ٿا.



جوڳي رات سمهي پيو،
ليڪن ڊارا ڇو؟
اجان جاڳن تا پيا.

ڪنهنڪي الڪو ڪو نہ آ،
خالي جارا ڇو؟
اجان جاڳن تا پيا.

چنڊ! مسافر ويو هليو،
هاٽي تارا ڇو؟
اجان جاڳن تا پيا.

مونڪي جيون مان ڪيڍي،
هاٽي پيارا ڇو؟
اجان جاڳن تا پيا.



جاني! جوڳيڙا،
کهڙي راھ رمي ويا؟

پل پل ڪنڌي ڪان ھئي،
پايان مان ليئڙا.
جاني! جوڳيڙا،
کهڙي راھ رمي ويا؟

آخر پرندا ڪيترو،
نيڻن جا ڏيئڙا.
جاني! جوڳيڙا،
کهڙي راھ رمي ويا؟

هاڻي جوڀن کي پيا،
جهورن اوسيئڙا.
جاني! جوڳيڙا،
کهڙي راھ رمي ويا؟

ڏرد اسان جي راھ جا،
راهي تي پيڙا.
جاني! جوڳيڙا،
کهڙي راھ رمي ويا؟

هاڻي ڪنهن جي لاءِ تو،
روئين تون جيئڙا.
جاني! جوڳيڙا،
کهڙي راھ رمي ويا؟



سانجهيءَ ويل سڪي،
تنهنجي ياد اچي وئي.

در جي اوٽ منجهان،
هلڪا ٺڪ پڏي،
تنهنجي ياد اچي وئي.

پوتيءَ سان سوچيو هيم،
اگهندي نيڻ اچي،
تنهنجي ياد اچي وئي.

صبح سير اندي ڪان،
خالي ڪوپ ڏسي،
تنهنجي ياد اچي وئي.

اُڏندا ٽولي ۾ ويا،
ڏنم شام پکي،
تنهنجي ياد اچي وئي.



اکين ۾ ٽنگجي پيون،
ڪيئي آشائون،
سچ لهي ويو اوچتو.

ويئي ويئي ويا هليا،
ڪجهہ نہ آڪيائون،
سچ لهي ويو اوچتو.

سپنن جي هن شهر ۾،
پٽڪيون ساپيائون،
سچ لهي ويو اوچتو.

سپ ڏسائون سانت ۾،
ڪيان چا آئون،
سچ لهي ويو اوچتو.

مونکي بدلي پيار جي،
ڳوڙها آڇيائون،
سچ لهي ويو اوچتو.



ڳالهيون ويٺون پيار جون،
هيُرن جيئن هلي،
ڪاڏي رات هليو وئين.

سرتا! ساري ڳالهڙيون،
پيا نيڻ ڇلي،
ڪاڏي رات هليو وئين.

سوچين ها مون لاءِ پي،
ويندي روھ رُلي،
ڪاڏي رات هليو وئين.

سيني اندر سار جا،
ويا وَرق ڪلي،
ڪاڏي رات هليو وئين.



ڪاڏيءَ هٿ رکي،
ويٺو آهيان مان،
سچ لهي ٿو سمنڊ ۾.

ڳاڙهي ڳاڙهي روشني،
ڪري اُڀ منجهان،
سچ لهي ٿو سمنڊ ۾.

تو ۾ نيڻ لڳا،
هائو نيڻن جان،
سچ لهي ٿو سمنڊ ۾.

هلندو هلندو هي،
آيو آهه ڪٿان؟،
سچ لهي ٿو سمنڊ ۾.

هڪڙو ڏينهن نہ آ،
شايد صدين ڪان،
سچ لهي ٿو سمنڊ ۾.



اُتي آڌي ويل،
پائي ٽو ليئڙو،
تنها تنها زندگي.

ڪاغذ، مس، قلم،
سڀ ڪي اوسيئڙو،
تنها تنها زندگي.

اجان ٺمڪي ٿو،
ڄاري ۾ ڏيئڙو،
تنها تنها زندگي.

ڳائيندي وائي ويو،
رَمي جوڳيئڙو،
تنها تنها زندگي.



کنھنجو ھَٿُ ھُيو،
تنھنجي ھٿ مٿان،
سانجھيءَ ويلي سانوري.

توکي گھوريان پيو،
کيڏي پيار منجھان،
سانجھيءَ ويلي سانوري.

ڪاش ھجين ھان تون،
ائين گڏ مون سان،
سانجھيءَ ويلي سانوري.

ڳوڙھا ٽمي پيا،
آخر نيڻن مان،
سانجھيءَ ويلي سانوري.



پنل نيڻن سان،
مون ڏي گهوري ٿي.

لڪي لڪي هوءَ،
گهر جي ڀاتين کان،
مون ڏي گهوري ٿي.

ٽاڪ منجهند جو،
گهر جي ڪڙڪي مان،
مون ڏي گهوري ٿي.

ڪولي پنهنجا وار،
شام جو ڪولي تان،
مون ڏي گهوري ٿي.



توکي سارن تا،
منھنجي گھر جا پيچرا.

صدين کان تنھنجي،
راھہ نارن تا،
منھنجي گھر جا پيچرا.

ڪوئي چا ڄاڻي!
ڪيئن گذارن تا،
منھنجي گھر جا پيچرا.

اوندھہ ۾ سرتاج،
ھنجھون ھارن تا،
منھنجي گھر جا پيچرا.



اجان ٻيٺا هن،
چنڊ ستارن جي،
ننڊ اُڏي وئي آ.

آڏيءَ اُتي پيا،
پنهين پارن جي،
ننڊ اُڏي وئي آ.

مون کي سڌ آهي،
مون ٻن چارن جي،
ننڊ اُڏي وئي آ.

اُتي ڪيئن اچان،
جو گهر وارن جي،
ننڊ اُڏي وئي آ.



سپنو ڏٺو آ پرين،
جي ساپيان ٿيندين،
گيت لکي وٺندس.

اٿي آڌيءِ ويل،
مون ڏي جي ايندين،
گيت لکي وٺندس.

سڏکن ۾ جيون،
مرڪ ڏئي ويندين،
گيت لکي وٺندس.

مون کي مهلت موت،
ٿوري جي ڏيندين،
گيت لکي وٺندس.



هر هڪ نظر ۾،
باهه ٻري ٿي پئي.

ٻاهر مينهن ڪٽيون،
ليڪن اندر ۾،
باهه ٻري ٿي پئي.

هيڏي ٿڌ هوندي،
ھُن جي ٻاڪر ۾،
باهه ٻري ٿي پئي.

چوڏاريءَ چوڪيون،
ڪيڏي هن تر ۾،
باهه ٻري ٿي پئي.



•تو جي ٻوٽيا نيڻ،
نيڻن مان دانش،
لڙڪ ڳڙي پيا هن.

خاني منجهه پيل،
ڪپڙن مان دانش،
لڙڪ ڳڙي پيا هن.

پٽيون روئن تيون،
ڪمرن مان دانش،
لڙڪ ڳڙي پيا هن.

منهنجي ڊائريءَ جي،
صفحن مان دانش،
لڙڪ ڳڙي پيا هن.

مون جي لکيا گيت،
گيتن مان دانش،
لڙڪ ڳڙي پيا هن.



---

• دانش، منهنجو پٽ

توکي چاهي ڙي،
ڪرچيون ٿي وياسين.

گهوري ڏسي ٿي،
تنهنجي ساهيڙي،

توکي چاهي ڙي،
ڪرچيون ٿي وياسين.

اکين کي اوسيئڙو،
اڃان آهي ڙي،

توکي چاهي ڙي،
ڪرچيون ٿي وياسين.

تو بن جيون ۾،
ڪوئي ناهي ڙي،

توکي چاهي ڙي،
ڪرچيون ٿي وياسين.

پنهنجي ننڊ اڏي،
توکي چاهي ڙي؟

توکي چاهي ڙي،
ڪرچيون ٿي وياسين.



ٽڊڙي ٽڊڙي رات جو،
آهه پري 'سرتاج'!
روئي پوندي هان.

ٽمڪ، چميون، پاڪر،
ياد ڪري 'سرتاج'!
روئي پوندي هان.

اوندهه، ڪمرو، خاموشي،
هيانو ڏري 'سرتاج'!
روئي پوندي هان.

تنهنجي پاڙي ڪان پري،
ڪيئن سري 'سرتاج'!
روئي پوندي هان.



ناهي ڪائي جاءِ،
ايندڙ ويندڙ لاءِ،
منهنجي وارن ۾.

آڏيءَ ويلي آڱريون،
اچي پاڻ گهماءِ،
منهنجي وارن ۾.

خالي خالي ٿا لڳن،
ڪوئي گل لڳاءِ.
منهنجي وارن ۾.

جلدي آ 'سرتاج' تون،
اچي پاڻ لڪاءِ.
منهنجي وارن ۾.



ڏسن ڪجهه نه ٿيون،
اکيون پٿر ٿي ويون!

سر ٿي تنهنجي شهر جون،
ڳوليان ڪيئن ڳليون؟
اکيون پٿر ٿي ويون!

تصويرون گم ٿي ويون،
ڪاٿي پاڻ رکيون؟
اکيون پٿر ٿي ويون!

مون ڏي ڏسن ڪونه ٿيون،
چو پلا تنهنجون،
اکيون پٿر ٿي ويون!؟



تون ڇئہ، آنءُ اڃان،
تڪ پيچڻ ٿو چاهيان.

تنهنجي گوڏي تي،
ٿورو ليٽي مان،
تڪ پيچڻ ٿو چاهيان.

وارن جو ڪر ڇانورو،
آهي اُس اجان،
تڪ پيچڻ ٿو چاهيان.

وڻ ڪي ٽيڪ ڏئي،
پيارا ٻينو هان،
تڪ پيچڻ ٿو چاهيان.



اسان تنهنجي در
کنڌ جهڪائي تا چڙيون.

متان آءِ مري وڃان،
اهڙي ڳالهہ نہ ڪر.
ڪنڌ جهڪائي تا چڙيون.

واري واري تي اُڏي،
هاڻ سنڌوءَ پر،
ڪنڌ جهڪائي تا چڙيون.

توکہ سڏڪي تو پيو،
ٿورو ڏيان تہ ڏر،
ڪنڌ جهڪائي تا چڙيون.



تو سوا هيءَ زندگي،
ڪونہ تي گذري سگهي.

نيڻ تا تمندا رهن،
او خدا! هيءَ زندگي،
ڪونہ تي گذري سگهي.

آءُ سوچيان تو پيو،
چو پلا، هيءَ زندگي،
ڪونہ تي گذري سگهي.

تنهنجي پاڪر ڪان سوا،
آ، سزا هيءَ زندگي،
ڪونہ تي گذري سگهي.

موڙ ڪان موٽي وئي،
بيوفا هيءَ زندگي،
ڪونہ تي گذري سگهي.



ڪنڌ وراڻي ڪو،
مون ڏي گهوري ٿو ڏسي.

تنها تنها ٿو وڃان،
پنهنجو ئي پاڇو،
مون ڏي گهوري ٿو ڏسي.

مٽيءَ ۾ گم ٿي ويو،
ڳوڙهو ٻالڪ جو،
مون ڏي گهوري ٿو ڏسي.

هتان ئي گذري وئي،
تڏهن هي رستو،
مون ڏي گهوري ٿو ڏسي.



پنتي واجهائي،
پوڙهو روئي ٿو پيو.

ٽتل واريءَ سان،
هوريان ڳالهائي،
پوڙهو روئي ٿو پيو.

الجهيل جيون کي،
چئه، ڪيئن سلجهائي،
پوڙهو روئي ٿو پيو.

تنهائيءَ کي ئي،
ڇاتيءَ سان لائي،
پوڙهو روئي ٿو پيو.



منهنجي نيڻن جو،
سپنن ڪان رستو،
وسري ويو آهي.

آءُ پئي ڳوليون،
دروازو گھر جو،
وسري ويو آهي.

چئي تو آئينو،
توکان ماضي چو،
وسري ويو آهي.

توتي ديد پئي،
الا! هُو ڪعبو،
وسري ويو آهي.



مون کي ٿي چاهي،
ڀر اڙيءَ جي ڇوڪري.

مون کان منهنجي ننڊ پيي،
کسي وئي آهي،
ڀر اڙيءَ جي ڇوڪري.

ڪامبو پٽڙي چيلهه ۾،
سيني کي ساهي،
ڀر اڙيءَ جي ڇوڪري.

انگوڙي هٿ ۾ جهلي،
پير پئي لاهي،
ڀر اڙيءَ جي ڇوڪري.



نينگر تنهنجي نٽَ،
ڇڪي ڪير ڇني ويو!

سوڍل! تنهنجي ساٿ جي،
ڪير ڪريندو ڪٿ!
نينگر تنهنجي نٽَ،
ڇڪي ڪير ڇني ويو!

ساري هلجي ساٿيو!
سنجها ويلي سٿَ.
نينگر تنهنجي نٽَ،
ڇڪي ڪير ڇني ويو!

اُٿي پوندا اوچتو،
هيٺا هيٺا هٿ.
نينگر تنهنجي نٽَ،
ڇڪي ڪير ڇني ويو!

هيڏو جهولو آ،
هلندي گهٽيءَ ۾،
ڪنهن کي ڳولين ٿو!

لفظ ويا متجي،
هاٽي چٽيءَ ۾،
ڪنهن کي ڳولين ٿو!

ڪمري منجهہ ٽنگيل،
ڳاڙهي سڳيءَ ۾،
ڪنهن کي ڳولين ٿو!

دز اڏامي ٿي،
۽ تون مٽيءَ ۾،
ڪنهن کي ڳولين ٿو!

ڀوتيل در آهي،
ليڪن وٿيءَ ۾،
ڪنهن کي ڳولين ٿو!



تنها گھاريندين،
۽ پيو ساريندين.
يار چپن جون ڳالهڙيون.

الا اوکي پنڌ ۾،
کيئن وساريندين!
يار چپن جون ڳالهڙيون.

هر هر ساري ياد جا،
ڏينھا ٻاريندين.
يار چپن جون ڳالهڙيون.



مرڪڻ ماٺڻ ڪان،
وسري ويو آهي.

رستو نيٽن جو،
شايد سپنن ڪان،
وسري ويو آهي.

هن لکيو، تنهنجو.
چهرو پارن ڪان،
وسري ويو آهي.

هاٺي موٺي آءُ،
چمڻ چپن ڪان،
وسري ويو آهي.

لڳي ٿو 'سرتاج'
جلدي يارن ڪان،
وسري ويو آهي.



اسان شيخ اياز کي،
سچا توسين ڇو نہ!
هئہ هئہ هُو بہ هليو ويو!

ڀتائيءَ ڏي ويو هليو،
هاڻي ايندو ڪو نہ!
هئہ هئہ هُو بہ هليو ويو!

جلدي ڪيئن هليو ويو،
اسان ڀي پر ڪيو نہ!
هئہ هئہ هُو بہ هليو ويو!

هاڻي ڳوڙها اگهہ ڀلي،
سرتي، ايڏو رو نہ!
هئہ هئہ هُو بہ هليو ويو!

تنهنجو هي 'سر تاج' ڀي،
کُلهي ڪانڌي ٿيو نہ!
هئہ هئہ هُو بہ هليو ويو!



اجھو ھُو آيو،
مون کي ھير چوي ٿي.

سر ٿيون ساري ساٿ کي،
ميندي پُسايو،
مون کي ھير چوي ٿي.

ھٿين ڏيئي ھٿڙا،
جھومو ۾ ڳايو،
مون کي ھير چوي ٿي.

ٻانھون ھار ڪندو پرين!
چو ٿيون شرمايو،
مون کي ھير چوي ٿي.

الجھيل الجھيل وارڙا،
سر ٿيون سلجھايو،
مون کي ھير چوي ٿي.



جوڳي رات رهي،
آخر کهڙي پار ويا!

سانجهيءَ ويلي ساڻ ها،
پوئين پهر کهي،
آخر کهڙي پار ويا!

الا! اتر واءُ ۾،
ويا پير ڏهي،
آخر کهڙي پار ويا!

تنها جوين جو هتي،
ويندو سج لهي،
آخر کهڙي پار ويا!



چوڙين جو چمڪو،
ننڍ ڦٽائي ٿو چڙهي.

گهري اونده ۾،
ساهن جو سهڪو،
ننڍ ڦٽائي ٿو چڙهي.

پاسي منجه پرين،
هڪڙو پاڪر پو،
ننڍ ڦٽائي ٿو چڙهي.

آدي ءَ جو 'سرتاج'،
پيارن جو پاسو،
ننڍ ڦٽائي ٿو چڙهي.



آئي منهنجي سامهون،
سرڪي جيئن سڪي،
سارو چين ڪسي وئي.

الا! سرد وجود تي،
ڪوسا چپ رکي،
سارو چين ڪسي وئي.

مرڪي سپنن ۾ وري،
آڏيءَ ويل اچي،
سارو چين ڪسي وئي.

’ستُو‘ چالڪ ٿو وڃين؟
ڇئي ائين ڇڪي،
سارو چين ڪسي وئي.



ساجن تنهنجو نانءُ،
مون کان وسري ڪونہ ٿو.

پيارا! تنهنجي شاعري،
۽ شعرن جو ڏانءُ،
مون کان وسري ڪونہ ٿو.

تنهنجو چهرو او پرين!
ڪيئن وساريان آنءُ،
مون کان وسري ڪونہ ٿو.

پيٽ ٻڪئي جي سامهون،
خالي ٿانءُ،
مون کان وسري ڪونہ ٿو.



کولي درد ـ ڪتاب،
سڏڪي رات 'سعيد' پيو.

ڪنڊا ڪنڊا ئي مليا،
مليا ڪونہ گلاب،
سڏڪي رات 'سعيد' پيو.

جيون توسان پي ڪجن،
ڪهڙا هاڻ حساب،
سڏڪي رات 'سعيد' پيو.

آيا ڪهڙي پار کان،
اسان لاءِ عذاب،
سڏڪي رات 'سعيد' پيو.

الا! هوءِ ڪٿي وئي،
پنهنجا سارا خواب،
سڏڪي رات 'سعيد' پيو.



سعيد ميمڻ ـ نوجوان شاعر

چولين جي سيني اندر،
سانديل هن جذبا،
سمنڊ ڪناري شام جو.

ڀاڄ وڃائي ڀاڄ ٿي،
ڳولين ٿا رستا،
سمنڊ ڪناري شام جو.

•

ڇهري ڇهري مان پئي،
مرڪ ڏئي جهلڪا،
سمنڊ ڪناري شام جو.

تنها پٿر جي مٿان،
سوچين ٿو ڇاڇا؟
سمنڊ ڪناري شام جو.



ڪنهن ڪي ساري ٿي،
اُتي آڌي رات جو.

آخر هو ايندو،
وار سنواري ٿي،
اُتي آڌي رات جو.

بند ڪري ڪڙڪي،
هنجون هاري ٿي،
اُتي آڌي رات جو.

چپن ۾ ڪنهن جو،
نانءُ اُچاري ٿي،
اُتي آڌي رات جو.

جوڀن جا ڏينهڙا،
تنها گهاري ٿي،
اُتي آڌي رات جو.



پنهنجو پاڻ اکيون،
تنهنجي پويان ٿيون هلن.

ڪجهہ ٻي سمجهہ ڪونہ ٿيون،
هي اڻ ڄاڻ اکيون،
تنهنجي پويان ٿيون هلن.

ساڳيو تون ناهين رهيو،
ڇا جي ڪاڻ اکيون،
تنهنجي پويان ٿيون هلن.

ڪمري ۾ آهيان مگر،
ناهن ساڻ اکيون،
تنهنجي پويان ٿيون هلن.

منهنجون مون وٽ ڪونہ هن،
مون ڏي آڻ اکيون،
تنهنجي پويان ٿيون هلن.



نيري نيري اُپ تي،
هڪڙو ئي تارو،
جاڳي پيو آهي.

تنهنجي نيڻن مان،
جڻ ڪو ڪيڏارو،
جاڳي پيو آهي.

چرڪي آڌيءَ جو،
پوڙهو ويچارو،
جاڳي پيو آهي.

تنهنجا وار اُڏيا،
شهر سڄو سارو،
جاڳي پيو آهي.



اسان تنهنجي لاءِ،
دروازا کولي ڇڏيا.

آهيون تنهنجي آسري،
اچي ليئو پاءِ،
دروازا کولي ڇڏيا.

ماٺهو گهوري ٿا ڏسن،
اکين سان ڳالهاءِ،
دروازا کولي ڇڏيا.

ڳوڙها بيهن ڪونہ ٿا،
پاڻ اچي پرچاءِ،
دروازا کولي ڇڏيا.



ناهي ننڊ سڪي،
مُو جو دور هليو ويو آهي.

جڳن مان چارا ڪري،
آڏي، ويل اچي،
مُو جو دور هليو ويو آهي.

پلي مڇي پيار مان،
ناهي رات رکي،
مُو جو دور هليو ويو آهي.

هاڻي گهري ننڊ ۾،
اچي ياد پکي،
مُو جو دور هليو ويو آهي.



کنديون کيئن اکيون،
تنهنجي وئي کان پوءِ.

پرسي پونديون هن،
ککر جيئن اکيون،
تنهنجي وئي کان پوءِ.

مون بہ نہ چاتو هو،
هونديون هيئن اکيون،
تنهنجي وئي کان پوءِ.

جيئن تون ڏور وئين،
ترسيون تيئن اکيون،
تنهنجي وئي کان پوءِ.



اسان کي چو وساريو ٿا،
اسان جو حال ڪهڙو آ!

اسان جي ديد آ توڏي،
توهان ڪاڏي نهاريو ٿا،
اسان جو حال ڪهڙو آ!

ڪڏهن ڦيريو اکيون پيا ٿا،
ڪڏهن ماري جياريو ٿا،
اسان جو حال ڪهڙو آ!

توهان کي ڪٽ پلا ڳوليون،
الائي ڪٽ گذاريو ٿا،
اسان جو حال ڪهڙو آ!

جڏهن ٿا وارڙا ڦيريو،
زمانن کي بيهاريو ٿا،
اسان جو حال ڪهڙو آ!



کيڏا ڏک ڏنئہ،

پوءِ بہ وسرين کونہ ٿو.

ڳوڙها ٻيھن کونہ ٿا،
ايڏا ڏک ڏنئہ،

پوءِ بہ وسرين کونہ ٿو.

تيڏو آهين ياد تون،
جيڏا ڏک ڏنئہ،

پوءِ بہ وسرين کونہ ٿو.

هاڻي ننڊ اچي نہ ٿي،
هيڏا ڏک ڏنئہ،

پوءِ بہ وسرين کونہ ٿو.





# نظم

سرتاج، هڪ پوليس وارو ۽ لاڙڪاڻي جي پرسان گهاڙ ڪناري ڳوٺ گل محمد جاگيراڻي ۾ جنم وٺندڙ بروچ ۽ قبائلي نظام جو اڻ چاهيندڙ حصو هجڻ جي باوجود هڪ سوچيندڙ شاعر ۽ باشعور فرد آهي. سندس پهرين ڪتاب 'سپني ۾ سنسار' ۾ ڇپيل نظم "چوين ڪئين ٿو ته آزاد آهيون" هن دور ۾ عام ماڻهوءَ سان ٿيندڙ ويڌن جو هڪ تاريخي ثبوت طور تاريخ ۾ حوالي طور پيش ڪري سگهجي ٿو.

مخدوم بلاول

سرتاج جئين پنهنجي سڀاءَ ۾ سلڇڻو آهي، تيئن سندس خيال ۽ شاعري به سلوڻي ۽ سادي آهي. شاعري ۾ استعمال ٿيل لفظن کي سمجهڻ لاءِ لغت کولڻ جي ضرورت پڙهندڙ کي نه پوندي. سندس شاعري جي ٻولي اڪثر ڳوٺاڻي ۽ ان جي عڪاسي ملندي. ڪٿي سڪي جي سار ۽ ڪٿي اڪين جا شهر. اشارا، اداس ڪمرا، يادون، تنهائي، وڇوڙو ۽ لامحدود درد. جنهن جي ڪَٿ ممڪن ئي نه آهي. بس اها ئي سندس شاعري جي ابتدا به آهي ته انتها به.

بقاءُ الله بوزدار
08 فيبروري 2010ع

تيز هوا جي جهونڪن تي ڪئين!
وڻ جا پيارا پن لڏيا ها،
مستيءَ ۾ جوڀن لڏيا ها،
پوءِ جو وڻ مان پن ڪريو هو،
تو ڪيئن پيارا ڇرڪ ڀريو هو،

# مون ۾ آهين تون

ٺڪ ٺڪ ... ٺڪ ٺڪ ...
در تي کڙڪي.
ڇرڪ ڀري مان جاڳي پيو هان
هوريان هوريان دروازي ڏي
پير وڌن ٿا.
در کي کولي آن ۽ ڏسان ٿو:
ڪو به نه آهي.
جنهن لئه نيڻ پيا ٿا ترسن،
سو به نه آهي!
۽ مان ڪمري ڏانهن اچان ٿو

آن ۽ ڏسان ٿو،
ڪمري اندر.

هوريان تنهنجا،
ڳل چمان ٿو،
ڪمري اندر.

ڇيريون پائي،
آن ۽ نچان ٿو،
ڪمري اندر.

ڇرڪ ڀري مان،
جاڳي پوان ٿو،
ڪمري اندر.

ڪمري اندر
ڪوبہ نہ آهي.
چئني پاسي سانت جو منظر
رقص ڪري ٿو.
لڙڪ ٽمن ٿا
دل ٿي چاهي،
پين کڻان مان؛
پين کڻي ڪو گيت لکان مان
تولۂ جانان آنءُ لکان ٿو:

هيءُ تنهائي ماري وجهندي،
جائي پائي ماري وجهندي
تون جو مون ڪان پرتي ويندين
ڳالهہ اهائي ماري وجهندي
تنهنجي ڇهري جي او پيارا!
سندرتائي ماري وجهندي
ڪلندي ڪلندي توکي جڏهين،
ڪاوڙ آئي، ماري وجهندي

لڪندي لڪندي ماضيءُ اندر
گم ٿي ويو هان
منهنجي سامهون ويٺي آهين
ڪلندي ڪلندي حال پڇين ٿي
جرڪ تہ چوين ٿي -

تنها تنها گهاري سگهندين،
ڇا سرتاج وساري سگهندين!

توکي جيکي درد ڏيان ٿي،
ٿڪي ساڻ سمهاري سگهندين!

تيز هوا ۾ ڪيئن ڪلان ٿي،
توکي هڪڙو درد ڏيان ٿي،
دردن جي تاريخ تون لکجانءِ،
هاڻ پلي ڏس، آءُ هلان ٿي،
هاڻ پلي ڏس ، آنءُ هلان ٿي.

ءِ پوءِ منهنجا نيڻ ٿمي پيا،
ڇرڪ ڀري چيو هون
'مون ۾ آهين تون،
متان تنهنجوئي توکي لڳي.'



# دريا توتي دانهن

اسٽيشن جي پرسان اُس تي،
تنها تنها ويٺي آهي
۽ هوءَ اُڀ ڏي واجهائي ٿي
شايد رب کي ٻاڏائي ٿي
الجهيل الجهيل وارن کي هوءَ
آڱر ڦيري سلجهائي ٿي
۽ سوچي ٿي:

گهر پيي سارا لڙهي ويا هن
پنهنجا پيارا لڙهي ويا هن
هاڻي ڪير اسان جا سهندو
انگل آرا لڙهي ويا هن
ٻاڪر منجهه پريندا ها جي
بابا وارا لڙهي ويا هن
تنهنجي پاسي ڏي ايندا ها
سي سڀ چارا لڙهي ويا هن

هاڻي توکي ڪاٿي ڳوليان
ڪيڏو ڏور هليو ويو آهين!
مون کي پنهنجون ساجن يادون
ڏيئي ڀرپور هليو ويو آهين

ها پر تنهنجي ياد اچي ٿي
منهنجي پرسان ڳنڍ پئي آ
جنهن ۾ تنهنجون يادون آهن
ڳنڍ کي کولي آنءُ ڏسان ٿي
جنهن ۾ ٻڳل چوڙيون آهن
سونيون ناهن ڪوڙيون آهن
جنهن تي لڪيل نانءُ ڏسان ٿي
ڳنڍ کي کولي آنءُ ڏسان ٿي
شادي وارا ڪپڙا آهن
ڪيڏا پيارا ڪپڙا آهن
جن تي روئي چپ رکان ٿي
ڳنڍ کي کولي آنءُ ڏسان ٿي

هيڏي هوڏي نيڻ ڏسن ٿا
جاڏي ڪاڏي دانهون آهن
ڪوڪون آهن، آهون آهن
ائلي ابا ڙي!
ساري سنڌ ٻڏي وئي
سنڌوءَ جي گجگوڙ ٻڌي
هانءُ پئي ڦاڙي
ساري سنڌ ٻڏي وئي
پاڻي آخر ڪير ويو
اسان ڏي لاڙي
ساري سنڌ ٻڏي وئي
ٻريل تريل گهرڙا
ويو اجاڙي
ساري سنڌ ٻڏي وئي

سوچي سوچي سمهي پوان ٿي
۽ سوچان ٿي
جيڪو سير اندي ڏيندو هو
ڪاڏي وئي سا ٻانهن؟
'درياهه توتي دانهن،
ڏيندس ڏينهن قيامَ جي.



# ڪنهن موڙ تي ملي آهين!!

مون سان اي زندگي،
ڪنهن موڙ تي ملي آهين،
رات پوئين پهر ۾،
مون ڏي اچي ڇا تي گهرين؟
پاڻ شيشي ڪي ڀڃي،
هاڻي چري ڇا تي گهرين؟
هاڻ جيون جي اندر،
ڇاهي رهيو؟
توکي جو هڪڙو ڏئي سگهان،
سو تهڪ ڀي ناهي رهيو،
پاڻ هيڏي شهر ۾،
پيرا وڃايا هن پرين،
تنهنجي نيڻن جي اندر،
ڳوڙها اجايا هن پرين،

ڳالهه منهنجي اندر جي،
ڪو نه ٿي سمجهي سگهين،
منهنجي خشڪ نيڻن ڪي،
ڇو نه ٿي سمجهي سگهين؟
هيڏي روشني هوندي،
ڪيڏي رات ڪاري آ،
مون لاءِ جيون جو چري،
پل پل ڀاري آ،
پاڻ ديس وارن لئه،
روشني ٻوليان پيو،
ديس جا هي ٻارڙا،
سمنڊ جي ڪناري تي،
جنهن گهڙي ڪيڏن ڪڏن،
سا گهڙي ٻوليان پيو،
هن موڙ تان گڏ ڪيئن هلون،
جنهن موڙ تي ملي آهين،
مون سان اي منهنجي زندگي،
ڪنهن موڙ تي ملي آهين!!



# چوين ڪيئن ٿو تون تہ آزاد آهيون!

چوين ڪيئن ٿو تون تہ آزاد آهيون!
اڙي يار منهنجا تو سوچيو بہ آهي،
اشارن اشارن تي پهرو لڳل آ،
اسان جي تہ پيارن تي پهرو لڳل آ،
مرڪن مان مرڪون اُڏامي ويون هن،
حسين نازنينون وڪامي ويون هن،
ٻتيون پيار واريون ٻرڻ کان اڳي ئي،
وسامي ويون هن،
هي ميلاپ رُت جون حسين راتڙيون پيي،
راهون تڪيندي وهامي ويون هن،
چوين ڪيئن ٿو تون تہ آزاد آهيون!
نہ ڪوئل رهي ۽ نہ هاڻي صدائون،
نہ شهرن ۾ پيارا رهيون ڪي ادائون،
وري اڀري آيون اکين ۾ گهٽائون،

اجان لڙڪ پيارا ھي ڳاڙي رهيون هن،
وجودن کي ڄڻ هي ڇباڙي رهيون هن،
اجان لانگ بوٽن جون پيارا ڪڙيون پيون،
سينا ٻچن جا لتاڙي رهيون هن،
اجا ن هي ڪليون جي ٽڙيون ئي نہ آهن،
ٽڙڻ کان اڳي ئي لتاڙيون ويون هن،
چوين ڪيئن ٿو تون تہ آزاد آهيون!
هي سنسان سنسان سڀئي يار واٽون،
۽ نارين جي ڳل تي لڳن ٿيون چماٽون،
اجان بند ڪوليءَ ۾ سڏڪي ٿي ناري،
سڄي رات ڪنجهي ۽ روئي گذاري،
ڪڍي ڏند ڪلي پئي رات ڪاري،
ڏٺئہ غيرتن جا ٿي ٽڪرا ويا هن،
هي ٽاٽن تي پوتين جا پرزا پيا هن،
۽ امڙيون اماڻن ٿيون اُپ ڏي دعائون،
ايوان چپ ۽ پريشان هوائون،
ٻڌي چير آڏو نچن ٿيون پيون جي،
اسان کي اسان جون خطائون لڳن ٿيون،
پريشان ڪيئي هوائون لڳن ٿيون،
ڪٽي نيڻ اُپ ڏي مان سوچي رهيو هان،
ڌرتي تي پيارا آهيون پيا يا ناهيون،
چوين ڪيئن ٿو تون تہ آزاد آهيون!؟
چوين ڪيئن ٿو تون تہ آزاد آهيون!؟



## بي نانءُ

پنهنجي پراڻي چاهه کي،
هلي آ ڪوئي نانءُ ڏي،
مرڪ مرڪ زندگي،
تو بنان لڳي پئي،
زهر جي سرڪ زندگي،
ها اسان پيئون پيا،
تو بنان جيئون پيا،
اڙي او يار تو ڪڏهن،
اسان جا نيڻ پيي ڏٺا،
صدين جون چاهتون ڪٽي،
توهان جي روبرو اچي،
ڪيئن ها ٿمي پيا؟
توهان تہ ڪنڌ ڦيريو،
جيئن ها ٿمي پيا،
توهان جي شهر جون گهٽيون،
اسان ڏي ٿيون تڪن پيون،

اسان تہ گام گام تي،
توهان کي چاهتون ڏنيون،
توهان کي راحتون ڏنيون،
مگر حيات کي بہ تو،
اسان جي رات کي بہ تو،
مرڪ ۾ لُٽي ڇڏيو،
هي نيڻ تنهنجي واٽ کي،
اڃان تہ تا ڏسن پيا،
شهر سڄي جا پارڙا،
اسان تي ٿا کلن پيا.
اسان تہ زندگي سڄي،
خواب پيي ڪري ڇڏي،
اسان تہ پنهنجي زندگي،
عذاب پيي ڪري ڇڏي،
اسان تہ هيءَ ڪلي چمي،
گلاب پيي ڪري ڇڏي.
گلاب پيي ڪري ڇڏي.



# ڪراچي

او پرين!
تنهنجي اڇڻ جو،
ڏس هوائون ڪيئن ڏين؟
هيڏي ساري شهر تي،
آ ڪکر بارود جو،
روز ٿو پيارا وسي
روز ٿا ماڻهو مرن،
روز گوليون شهر ۾،
ياد پوئين پهر ۾،
گهر جي ڪشادي اڱڻ تي،
مون جيان پتڪي پئي،
۽ گهٽي جي موڙ تي،
تنهنجي يادن جي ڏيئا،
ٽمڪن پيا.
جي ڌماڪي سان پرين،
اُڏري ويا.
سُرهاڻ تنهنجي بدن جي،
هن بارودي بوءِ ۾ گم ٿي وئي.
او پرين تنهنجي اڇڻ جو،
ڏس هوائون ڪيئن ڏين.



# خون بها

چاهيان ٿو تو ڏانهن اچان مان،
رات جي خاموشي کي ٽوڙي.
ويندڙ وقت جون واڳون موڙي،
ليڪن وقت جلادن وانگر،
تنهنجي منهنجي وچ ۾ آخر،
دوريءَ جي ديوار ڪڙي ڪئي،
ڇا ديوار ڀ ٽوڙي سگهندس؟
توسان ناتو جوڙي سگهندس،
تنهنجي منهنجي ملڻ تي جانان،
پل ۾ ڪيڏا پهرا ٿي ويا،
جن راهن تي پاڻ هلياسين،
سي سڀ تنها رستا ٿي ويا،
رستن جي سنسان نگر ۾،
۽ مان تنها پنهنجي گهر ۾،
تنهنجي راهه نهاريان وينو،
تنهنجي شاديءَ ويلي پياري،
ڪيڏا ڳوڙها ڳاڙيا ها مون،
تنهنجا لکيل خط سمورا،
ڳولي ڳولي ڦاڙيا ها مون،
ليڪن تنهنجو ڏوهه نه آهي،
تون ٿي چڪنا چور وئي آن،
خون بها ۾ ڏور وئي آن،
خون بها ۾ ڏور وئي آن.



# شايد توکي ياد اچان مان!

تون تہ اچين ٿي ياد او جانان!
شايد توکي ياد اچان مان،
هيڏي هن وشال نگر ۾،
تنهنجون يادون،
تنهنجون سوچون،
منهنجي ننڊ اُڏائي ويون هن،

منهنجو چين ڦٽائي ويون هن.
نيرو نيرو اڀ ڏسان ٿو،
۽ تارن جي جھر مٽ ۾ تون،
شايد چنڊ سان ويٺي آهين،
منهنجي ڪوَتائن جو ڪاغذ،
پنهنجي هٿن منجھ جھليو ٿي،
هوريان هوريان شعر پڙهين ٿي،
۽ مرڪين ٿي،
آءُ ڏسان ٿو،
منهنجي ڳوٺ جي چئني پاسي،
توبن ڪيڏي ويراني آ،
جاڏي ڪاڏي سانت جو منظر،
رقص ڪري ٿو،
۽ مان ڪمري منجھ وجان ٿو،
خالي ڪمرو دم ٿو گھٽجي،
ها ها منهنجو دم ٿو گھٽجي،
سامهون ڪمري منجھ ڏسان ٿو،
فوٽو تنهنجو دم ٿو گھٽجي،
ڳوڙها ڳاڙي سوچيندو هان،
تون تہ اڇين ٿي ياد او جانان،
شايد توکي ياد اچان مان.



# امن ڳاڙهي ويس ۾

ڇا لڳ ڏسين ٿو آرسي،
کهڙي آهي زندگي!
ها ڏکي حيات آ،
ڏينهن ۾ به رات آ.
زندگي جو هر پهر،
ڄڻ زهر لڳي پيو،
زهر جا به ڍڪ ٿا،
روز هت پريون ميان؟

ڪريون تہ ڇا ڪريون ميان؟
اسان لڳ سچ پيو اچان،
نڪتو نہ آ.
نيٺ هت اونداهہ ۾،
روشنيءَ جي راهہ ۾،
پٽڪن پيا،
ديس جي هر شهر ۾،
هر گهڙي هر پهر ۾،
ڪيئي جهوپا ٿا جلن،
ڪيئي لانچر ٿا هلن،
روز هت اخبار ۾،
ڪيئي لاشا ٿا ڏسون،
دور تائين امن جا،
ڪونہ پاچا ٿا ڏسون،
پوءِ بہ ايوانن مٿان،
امن جو جهنڊو ٽنگيل،
هو بہ ڪجهہ سمجهن نہ ٿا،
جو هنن چاتو نہ آ،
ها اسان جي ديس ۾،
امن ڳاڙهي ويس ۾.



# ڪارو

چوواٽي تي لاش پيو آ،
جنهن جي پر ۾،
شاهه جو يار رسالو آهي،
ڪنهنجو آهي؟
جنهن تي رت جي ليڪا آهن،
۽ هُو مونڏي واجهائن ٿا،
شايد مون سان ڳالهائن ٿا.
۽ مان گهرا گهاوَ ڏسان ٿو.
جن ۾ ڪا تاريخ لڪل آ،
جڻ تہ صدين جي چيخ لڪل آ،
هنجا نيڻ سوالي آهن،
جن جو ڪوبہ جواب نہ آهي،
ماڻهن جو هت ميڙ وڏي ٿو،
هر ڪو گهوري لاش ڏسي ٿو.
پرمان هوريان چپ چرن ٿا،
ڪارو آهي،
مان سوچيان ٿو ڪارو ناهي،
هي تہ سر ڪيڏارو آهي،
ڪير چوي ٿو ڪارو آهي؟
ڪير چوي ٿو ڪارو آهي؟



# اڄ تو ڏي ٿو اچان

اڄ تو ڏي ٿو اچان،
آجيان منهنجي ڪجان.
تو بنا سنسار ۾،
دل لڳي نہ آ پرين،
هاڻ ڀاڻ آ مگر،
روشني نہ آ پرين،
تو بنا جيئان تہ ڪيئن،
ياد تنهنجي ذهن ۾،
روز رقصان ٿي رهي،
اڄ اڌي رات جو،
روز جيئان ۽ مران ٿو،
ها مگر انڌيري ۾،
منهنجي ڀيري ڀيري ۾،
تنهنجي ياد جون چتائون،
ٿيون جلن.
۽ پرين!
ذهن ۾ تنهنجو تصور،
جاڻ جوڙي ٿو ڇڏي،
چڻ تہ ٽوڙي ٿو ڇڏي،
ننڊ جي ديوي اڏامي ٿي وڃي.
پوءِ بستر کي ڇڏي،
يار ٻاهر ٿو اچان.
تنهنجو چپڙن ۾ جهونگاري،
نانءُ توڏي ٿو اچان،



# مونکي يار وساري ڇڏجان!

مان دنيا جي هُل ۾ پيارا،
گم ٿي ويو هان،
پيار جي ڀرين لمحن ۾ مون،
تو ڏانهن ڪيئي خط لکيا ها،
سي سڀ خطڙا ڦاڙي ڇڏجان،
يا ٽانڊن تي ساڙي ڇڏجان،
مونکي پوءِ وساري ڇڏجان.
تنهنجي دل تي منهنجو نالو،
جاڻان ٿو مان اڪريل آهي،
سو نالو تون واري ڇڏجان،
مون کي يار وساري ڇڏجان،
تنهنجي پيار جي لائق ناهيان،
تنهنجي نالي جي ڪي سجدا،
مون ڪان يار قضا ٿي ويا هن،
تنهنجي آڏو ڪيئن اچان مان؟
منهنجي هن ڇپن تي پيارا،
ٻئي ڪنهن جو ڪو نانءُ لکيل آ،
ان ئي نانءُ سان واڳيل آهيان،
تنهنجي پيار جي لائق ناهيان،
مون کي ياد ڪري تون پيارا،
ٿورا ڳوڙها هاري ڇڏجان،
مون کي پوءِ وساري ڇڏجان.
مون کي پوءِ وساري ڇڏجان.



# توبن يار عذاب ۾ آهيان!

آذيءِ ويلي يار اُٿان ٿو،
ڪڙڪي ڪولي آءُ تڪيان ٿو،
ٻاهر ڪيڏي خاموشي آ،
سانت جي ڄڻ برسات پئي آ،
تو بن ڪهڙي رات پئي آ،
هو گهر آڏو وڻ بيٺو آ،
جنهن جا پن ڇڻي ويا آهن،
جنهن جو رنگ اڏي ويو آهي،

مون جيئن تنها ٿي ويو آهي،
ٽڏڙي ٽڏڙي هير لڳي ٿي،
۽ ماضيءَ کي ساريان ٿو مان،
تنهنجي چميءَ کي ساريان ٿو مان،
تون ۽ مان هن وڻ جي هيٺان،
رات جو گڏجي ويٺا هئاسين.
تيز هوا جي جهونڪن ٿي ڪئين!
وڻ جا پيارا پن لڏيا ها،
مستيءَ ۾ جوڀن لڏيا ها،
پوءِ جو وڻ مان پن ڪريو هو،
تو ڪيئن پيارا چرڪ ڀريو هو،
چرڪ ۾ ڇاتيءَ ساڻ ملياسين،
۽ پوءِ گڏجي يار کلياسين،
هن گهٽيل سماج جون پيارا،
ريتون رسمون دور ڪري ويون،
۽ مونکي چڪچور ڪري ويون،
مؤذن جو آواز ٻڌان ٿو،
ڪمري ۾ مان چرڪ ڀريان ٿو،
۽ سوچيان ٿو!
هر پل پيارا خواب ۾ آهيان،
تو بن يار عذاب ۾ آهيان.
تو بن يار عذاب ۾ آهيان.



ان ۾ ڪو به شڪ نه ڪرڻ گهرجي ته سرتاج سچ ۽ سونهن جو شاعر آهي. سچ ۽ سونهن جو اهڙو شاعر جنهن جي سچ تي سونهن جو پرتوو محسوس ٿيندو آهي. جنهن جي ثابتي ڏيڻ ان ڪري به ضروري نه آهي ته سچو ڪتاب سهڻين سٽن سان سٽيو پيو آهي. سرتاج جون سوين سٽون اهڙيون آهن، جيڪي ساهه سڪائي ڇڏينديون آهن،هٿ پير ٺري ويندا آهن. ماٺهوءَ لاءِ مفاصلا به معنيٰ وڃائي ويهي رهندا آهن ۽ ماٺهو صدين جوسفر لمحن ۾ ڪرڻ لڳندو آهي.

مختيار جاگيراڻي
27.09.2013



پنجڪڙا

هوريان هوريان لڙڪ ٽمن ٿا،
اڄ مان هڪڙو خط کوليان ٿو،
خط ۾ توکي ئي ڳوليان ٿو،
ڪيڏا منهنجا هٿ ڏکن ٿا،
هوريان هوريان لڙڪ ٽمن ٿا.

پيو تڪيان تارا اٿي اڌ رات جو،
من ۾ هڪڙي آ پرين لوري لڳي،
ڪير هئي آخر ڏسي مون کي ڀڳي،
ڪيڏو اثر ٿيو آهه هڪڙي جهات جو.
پيو تڪيان تارا اٿي اڌ رات جو.

هر روز ٿو پيارا! اُٿي تارا تڪيان،
دور ڪان جڻ ڪي اشارا ٿا لڳن،
گج جا ڪاوا ستارا ٿا اُڳن،
اُپ تي مان عڪس تنهنجو ٿو پسان،
هر روز ٿو پيارا! اُٿي تارا تڪيان.

هوريان هوريان لڙڪ ٽمن ٿا،
ڊائري ڪولي آءُ ڏسان ٿو،
لکيل تنھنجو نانءُ ڏسان ٿو،
جنھن کي منھنجا چپ چمن ٿا.
هوريان هوريان لڙڪ ٽمن ٿا.

ٽڪ جي رليءَ کي ڪولي ٿي،
جلدي جلدي بستر ٺاهي،
شايد ڪوئي اڇٽو آهي،
ڪنھن کي تارن ۾ ڳولي ٿي.
ٽڪ جي رليءَ کي ڪولي ٿي.

هُو ڏسُ، آخر سج لهي ويو،
ڇئني پاسي سانت نگر ڏس،
ولهه ۾ پوڙهيءَ جو هو گهر ڏس،
جنھن جو جهڳو ڪالهه ڊهي ويو.
هُو ڏسُ، آخر سج لهي ويو.

گهرو گهرو ڪوهيڙو آ،
صبح سويري هنجون هاريم،
سڏڪي سڏڪي توکي ساريم،
ڪيڏو تنهنجو اوسيئڙو آ،
گهرو گهرو ڪوهيڙو آ.

ڇو ’سرتاج‘ هاڻي وساري ڇڏيو ٿي؟
هوءَ سپنن ۾ مون ڏي اچي ٿي پئي،
هٿن تي رکي هٿ پڇي ٿي پئي،
تہ ڪنهن جي اسان کي سهاري ڇڏيو ٿي،
ڇو ’سرتاج‘ هاڻي وساري ڇڏيو ٿي؟

ڇو ’سرتاج‘ راهن ۾ گم ٿي ويو،
هُو آهي اسان سان مگر ڪونہ آهي،
پتو ئي نہ آهي تہ هُو ڇو نہ آهي،
چون ٿا نگاهن ۾ گم ٿي ويو،
ڇو ’سرتاج‘ راهن ۾ گم ٿي ويو!

اجان راهه تن جي نهاريو پيا،
راهن ۾ دز ٿي اڏامي پئي،
سڄي رات ڏسندي ئي ڏسندي وئي،
ڇڏي پير پنهنجي هليا هو ويا،
اجان راهه تن جي نهاريو پيا.

اسان ڪان پري ٿي ويو آ ڪنارو،
ڪنن ۾ اسان يار ڦاسي پيا سين.
نه هيڏي وياسين نه هوڏي وياسين،
اسان تائين پهتو نه ڪوئي اشارو،
اسان ڪان پري ٿي ويو آ ڪنارو.

پاڻ ڳهتيءَ ۾ ويٺو آهيان،
شايد خط ڪي تون ڪولين ٿي،
۽ ان ۾ مون کي ڳولين ٿي،
ڏس ته ڇنيءَ ۾ ويٺو آهيان،
پاڻ ڳهتيءَ ۾ ويٺو آهيان.

لهندڙ سج ۾ شام جو منظر،
ڪيئن وساري سگهندس پيارا!
پيارا پيارا منظر سارا،
گاهه مٿي تي منهن تي پگهر.
لهندڙ سج ۾ شام جو منظر.

اجائي اسان زندگاني وڃائي،
توهان ڪي ئي ساري اڃا وار ٿي ويا،
نهاري نهاري اڃا وار ٿي ويا،
پاڇن جي پويان جواني وڃائي،
اجائي اسان زندگاني وڃائي.

اسان کي ويا درد ڪائي ميان!
اسان ئي ڏکن ۾ اڙيل فرد آهيون،
نالن جي پويان مڙهيل فرد آهيون،
جواني گذاري اجائي ميان!
اسان کي ويا درد ڪائي ميان!

شھر تنھنجي سونھن کي ڇا ٿي ويو،
ھاڻ ھت ڪا روشني ناھي رھي.
ٻھڪندڙ ڪا زندگي ناھي رھي،
ڪير آ تنھنجي خوشيءَ کي پي ويو؟
شھر تنھنجي سونھن کي ڇا ٿي ويو!؟

ڪمرو يادون ۽ سگريٽ،
جھوري ٿي پئي تنھائي،
مرڪي ڏئي وئي تنھائي،
پو بہ نہ ڀريس پيٽ،
ڪمرو يادون ۽ سگريٽ.

بستر تي جو ڇرڪ ڀري ٿي،
چنڊ کي آخر جھاڙي ڇو ٿي،
لڙڪ اکين مان لاڙي ڇو ٿي؟
شايد! ڪنھن سان پيار ڪري ٿي،
بستر تي جو ڇرڪ ڀري ٿي.

بستر تي جو چرڪ ڀري ٿي،
تنها هو تہ ڪري ويو آهي،
ڪيڏو هاڻ پري ويو آهي،
جنهن جي خالي ياد وري ٿي.
بستر تي جو چرڪ ڀري ٿي.

بستر تي جو چرڪ ڀري ٿي،
پاسو خالي خالي آهي،
چادر پوءِ ڀي آلي آهي،
اندر ۾ جو باھ ٻري ٿي،
بستر تي جو چرڪ ڀري ٿي.

## گيت

هونئن تہ سارو ڏينهن هلين ٿو مرڪي ٻازر ۾،
آڏي ايندي سانءِ تہ، صفا ڇريو ٿي پوندين.

سرڪي آئي سانءِ تہ ساجن! هوش اڏي ويندئي،
ڇمي ڏيندي سانءِ تہ، صفا ڇريو ٿي پوندين.

منهنجي نيڻن منجهہ نهاري خوش ٿي ڪلندو آن،
ڏڪڙا ڏيندي سانءِ تہ، صفا ڇريو ٿي پوندين.

توسان آهيان تو وٽ آهيان، تنهنجي آهيان مان،
ڀئي جي ٿيندي سانءِ تہ، صفا ڇريو ٿي پوندين.

مون کي پنهنجي ٻانهن اندر قابو ڪر 'سرتاج'،
واپس ويندي سانءِ تہ، صفا ڇريو ٿي پوندين.

✻ پشتو ٽپي کان متاثر ٿي لکيل.



سرتاج جاگيراڻيءَ جو شعري مجموعو هجوم درد جو منهنجي سامهون آهي:

”درد جو هجوم“ ۾ غزل، وائي، نظم ۽ آزاد نظم، پنجڪڙا، گيت جون صنفون آهن. ”سرتاج“ جا نظم ۽ آزاد نظم وڌيڪ سگهارا آهن. ”مون ۾ آهين تون“، ”درياهه توتي دانهن“، ”چوين ڪئين تو تہ آزاد آهيون“ مجموعي جا اهم نظم آهن:

ءِ مرڪن مان مرڪون اڌامي ويون هن،
حسين نازنينون وڪامي ويون هن،
ٻتيون پيار واريون پرڻ سان
وسامي ويون هن...!

سرتاج جاگيراڻيءَ ڪي غزل جي صنف وڌيڪ وڻي ٿي، اُن ۾ پاڻ ڪي هُو وڌيڪ سهوليت سان اظهاري ٿو. تخليقي سطح تي هڪ شاعر ڪي پنهنجون مڪمل صلاحيتون ڪتب آڻڻ گهرجن ۽ محدود کان لامحدود تائين رچڻ کپي. منهنجي راءِ ۾، هر شاعر ۾ غير معمولي ڳالهين سرجڻ جي صلاحيت هوندي آهي. ”سرتاج“ وٽ بہ آهي:

اُڃيني جي اڌو ڀيڻي يار، مسافر سوچي ٿو،
ريل جي سيٽي ڪيئن ڪري وئي ڏار، مسافر سوچي ٿو.

امداد حسيني
ڪراچي - سنڌ



نالو : صاحب خان ميراڻي

ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سورهه ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقه رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال ائڊريس : غريب آباد محله، نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي

ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

اڻ ڇپيل ڪتاب

ڏرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع

سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع

برهه منجهارا بوند (شاعري) 2022ع

صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل


موبائل نمبر : 0344 – 3919786

0300 – 3404488

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

